# انور سائين جو رسالو

نگران

فقير سيد سخاوت علي شاھ

سھيڙيندڙ

فقير سيد عبادت علي شاھ

درگاھ عاليہ جھان پور شريف

ضلعو گھوٽڪي

From: Faqeer Sayed Ibadat Ali Shah.
Dargah aliya Jahanpur Sharif Ghotki.

Date: 12-4-2015

Gift for: Faqeer Tariq Hayat Laghari
Sukkur.

# انور سائين
# جو
# رسالو

صوفي فقير سيد انور علي شاهہ القادري السروري

جو مکمل ڪلام

**نگران**

**فقير سيد سخاوت علي شاهہ (سجاده نشين)**

**سهيڙيندڙ**

**فقير سيد عبادت علي شاهہ**

درگاهہ عاليہ جهان پور شريف

ضلعو گهوٽڪي سنڌ

اڃان ٺئي آهين، آديسي انڌور چوي
برم بيبنڪ تن جي، ٿا دونهان دکائين،
ڪاڏي نه ڪاهين، هڪ جاءِ هيڪاندا ٿيا.

# زيرنگراني

فقير سيّد سخاوت علي شاھ (سجاده نشين)

فقير سيّد منور علي شاھ

فقير سيّد نصور علي شاھ

فقير سيّد عبادت علي شاھ

فقير سيّد بشارت علي شاھ

فقير سيّد قدير حسين شاھ

# نظرثاني

فقير سيّد حضور بخش شاھ (سجاده نشين اول)

فقير سيّد سخاوت علي شاھ (سجاده نشين)

فقير سيّد عبادت علي شاھ

فقير استاد بشير احمد سومرو

پروفيسر عبدالمجيد مري صاحب

**ڪتاب جو نالو** انور سائين جو رسالو

**شاعري** صوفي فقير سيّد انور علي شاهه القادري السروري

**پيشڪش** فقير سيّد سخاوت علي شاهه
سجاده نشين درگاهه عاليه جهانپور شريف

**مرتب** فقيرسيّد منور علي شاهه فقير سيد عبادت علي شاهه

**سهڙيندڙ** فقير سيّد عبادت علي شاهه
[illegible]

**سهڪار** فقير غوث بخش ملهڻ فقير سرفراز حسين. فقير صفدر حسين ملهڻ

**ڇاپو** پهرون سال2007

**تعداد** هڪ هزار

**هديه** 150

**ملڻ جو هنڌ** درگاهه عاليه جهانپور شريف ضلع گهوٽڪي
تاج بوڪ اسٽور جهانپور شريف
هائوس آف ناولٽي ميرپور ماٿيلو
0723-651694 651182

**ڪمپوزنگ** انوار ڪمپوزنگ سينٽر جهانپور شريف
فقير عبدالجبار مهر

---

اسٽار ڪمپيوٽرس الخير مارڪيٽ ميرپور ماٿيلو
فقير جواد علي لغاري. فقير امير بخش ڏنور

---

ڪمپيوٽر ورلڊ نزد ڪلاڪ ٽاور ميرپور ماٿيلو
فقير غلام نبي ڏنو

Printed by:
Peace Composers Karachi. Cell: 0300-7058872

( فهرست )



صوفي فقير سيد انور علي شاهہ القادري سروري (ويس ﷺ)

ولادت 1906ع وصال 1961ع



صوفي فقير سيد انور علي شاه القادري سروري

(سرمستي جي عالم)



فقير سيد حضور بخش شاهہ (سجاده نشين اول) ولادت 1941 وصال 2005ع
انور علي سائين جن جا صاحبزاده (اول)



فقير سيد خدا بخش شاهہ (ملنگ سائين) ولادت 1950ع وصال 1998ع

انور علي سائين جن جا صاحبزاده (دوم)



فقير سيد انور علي شاھ (ثاني) ولادت 1963ع وصال 1999ع
فقير حضور بخش شاھ جن جا صاحبزاده (اول)



فقير سيد صحبت علي شاهہ ولادت 1968ع وصال 1992ع

فقير حضور بخش شاهہ جن جا صاحبزاده (دوم)



فقير سيد سخاوت علي شاهہ (سجاده نشين)
درگاهہ عاليہ جهانپور شريف (گهوٽڪي)



فقير سيد صاحبڏنو شاهه (وسطي عنايت شاهه)
انور علي شاهه جن جا مرشد

فقير سيد قلندر علي شاهه
(ڪيچي ڏٽي، ناڙي بلوچستان)
سيد صاحبڏنو شاهه جن جا مرشد

# پيش لفظ

قارئين حضرات هن رسالي کان اڳ ۾ شهنشاه فقير سيد انور علي شاهه سائين جن جي ڪلام جو مجموعو (ديوان انور) سجاده نشين (اول) فقير سيد حضور بخش شاهه سرڪار جن جي پاران سن 2000ع ۾ ڇپجي چڪو آهي جنهن ۾ 101 ڪلام ۽ ابيات درج هئا. باقي رهيل ڪلام حصي بي طور ڇپرائڻ بجاءِ مڪمل رسالو ڇپرايو ويو آهي. جنهن ۾ پهريون ۽ ٻيو حصو يڪجاءِ ڪيا ويا آهن اهڙا ڪلام جيڪي ڪلمي نسخي ۾ درج نه هئا اهي فقراءِ وٽ وڃي ڳولهي قولي هٿ ڪيا آهن ۽ تلفظ خواه پڙهڻين جو خاص خيال رکيو ويو آهي. علاوه ازين ان جي ترتيب پنهنجي سمجهه آهر محنت سان ڏني وئي آهي.

سرڪار سجاده نشين (اول) فقير حضور بخش شاهه سائين جن جن جا لک لائق انهن هر گام تي اسان جي رهبري ڪئي. موجوده سجاده نشين فقير سيد سخاوت علي شاهه سائين جن جي سرپرستي هيٺ هي رسالو ڇپرايو ويو آهي. ۽ سائينجن جي جهونن فقيرن جيڪي هن رسالي جا حافظ آهن تن سان ملاقاتون ڪري ڪلام جي سهيڙڻ ۾ مدد ورتي وئي آهي جن فقراءِ صاحبان اسان سان رسالي جي تياري ۾ سهڪار ڪيو انهن ۾ فقير الهڏنو بنگوار. مصري فقير ڪوڪر. مراد فقير بنگوار. علڻ فقير بنگوار. فقير استاد غلام علي چاچڙ. فقير استاد بشير احمد سومرو. فقير عبدالفتاح شاهه. فقير غلام حسين ملهڻ. فقير ڪريم بخش ڪلهوڙو. فقير غوث بخش ملهڻ. پروفيسر عبدالمجيد مري. فقير نورمحمد سومرو (خطاط) جن لاءِ اسان دلي طرح دعاگو اهيون.

فقير سيد عبادت علي شاهه

درگاهه عاليه جهانپور شريف

# ٻه اکر

الله تبارڪ و تعاليٰ انسان ذات جي ڀلائي ۽ سڌاري لاءِ نبي موڪليا ۽ تنهن بعد اولياءِ اڪرام جو سلسلو شروع ٿيو جيڪو قيامت تائين جاري وساري رهندو هن دنيا ۾ ڪيترائي اولياءِ ۽ درويش ٿي گذريا آهن. جن پيار محبت ۽ ڀلائي جو درس ڏنو آهي انهن ۾ ڪيترائي اسانجي سنڌ ڌرتي تي ٿي گذريا آهن جن مان صوفي فقير سيد انور علي شاهه سائين جن ٻه هڪ آهن.

اسلام کان اڳ برصغير هند و پاڪ ۾ هندو مذهب رائج هيو جنهن جي ڀڳتي ۽ گيان وسيلي پرچار ڪئي ويندي هئي. لهذا جڏهن صوفياء ڪرام جو دور آيو تہ انهن ٻہ حسب مزاج عوام کي اسلامي تعليم راڳ، سماع، ڪافي، ڪلام ۽ قوالي وسيلي ڏني.

لهذا جيترا بہ صوفيا ڪرام ۽ اولياءُ الله ٿي گذريا آهن انهن منظوم شاعري وسيلي عوام کي اسلامي تعليم ڏني هڪڙي عام شاعري جيڪا بحر وزن ۽ قافيہ رديف ۾ جڪڙيل هوندي آهي ۽ ٻي شاعري آهي عارفانہ ڪلام . جنهن ۾ تصوف جا ڳوڙها مسئلا خاص قسم جي شاعري ۾ آسان طريقي سان حل ڪيل هوندا آهن. عارفن جي ڪلام جو عام شاعري کان هٽي ڪري هڪ الگ اسلوب هوندو آهي جيڪو اوهانکي شهنشاه انور سرڪار جي ڪلام ۾ جهلڪيون ڏيندي نظر ايندو .

فقير استاد بشيراحمد سومرو

# سوانح حيات

# فقير سيد انور علي شاه صوفي القادري، السروري
# درگاه عاليہ جهانپور شريف

## سلسلۂ حسب و نسب

سائين شهنشاهہ صوفي فقير سيد انور علي شاه بخاري جن جو سلسلۂ حسب و نسب هيٺين ريت آهي:

فقير سيد انور علي شاهہ ابن سيد مخدوم خدا بخش شاه بخاري
ابن مخدوم سيد جمن شاه رح
ابن مخدوم سيد نورنگ علي شاه رح (ثاني)
ابن مخدوم سيد پلي شاه صاحب رح (ثاني)
ابن مخدوم سيد نورنگ علي شاه صاحب رح (اول)
ابن مخدوم سيد پلي شاه صاحب رح (اول)
ابن مخدوم سيد محمد شاه صاحب رح
ابن مخدوم سيد فاضل شاه صاحب رح
ابن مخدوم سيد عنايت علي شاه صاحب رح
ابن مخدوم سيد عبدالڪريم شاه صاحب رح (سبي – بلوچستان)
ابن مخدوم سيد شريف محمد شاه صاحب رح
ابن مخدوم سيد حامد شاه صاحب رح
ابن مخدوم سيد محمود ابوالقاسم صاحب رح (ثاني)

ابن مخدوم سید شریف شاہ صاحب رح

ابن مخدوم سید اشرف محمد شاہ صاحب رح

ابن مخدوم سید حسین شاہ صاحب رح

ابن مخدوم سید عارف محمد شاہ صاحب رح

ابن مخدوم سید رکن الدین شاہ صاحب رح

ابن مخدوم سید حامد کبیرالدین شاہ صاحب (سجادہ نشین)

ابن مخدوم سید محمود ناصرالدین شاہ کلاں صاحب رح

ابن مخدوم سید جلال الدین شاہ جہانیان جہان گشت صاحب رح

ابن مخدوم سید سعیدي احمد کبیر شاہ صاحب رح

ابن مخدوم سید شیر شاہ جلال حیدر سرخ پوش رح

ابن سید مخدوم سعد علي شاہ صاحب رح

ابن مخدوم سید جعفر شاہ صاحب رح

ابن مخدوم سید محمد شاہ صاحب رح

ابن مخدوم سید محمود شاہ صاحب رح

ابن مخدوم سید احمد شاہ صاحب رح

ابن مخدوم سید عبداللہ شاہ صاحب رح

ابن مخدوم سید علي اکبر شاہ صاحب رح

ابن مخدوم سید جعفر شاہ صاحب رح (ثاني)

ابن سیدنا امام علي نقي علیہ السلام

ابن سیدنا امام محمد تقي علیہ السلام

ابن سیدنا امام علي موسيٰ رضا علیہ السلام

ابن سیدنا امام موسيٰ کاظم علیہ السلام

ابن سیدنا امام جعفر صادق علیہ السلام

ابن سيدنا امام محمد باقر عليه السلام
ابن سيدنا امام المتقين زين العابدين علي عليه السلام
ابن سيدنا امام (سيد الشهداء كربلا) حسين عليه السلام
ابن سيدنا اميرالمؤمنين امام المشرقين والمغربين امام علي المرتضيٰ
كرم الله وجهه

# ولادت با سعادت

پاڻ شهنشاه صوفي فقير سيد انور علي شاهه سائين جن جي ولادت باسعادت. بروز اربع 11 محرم الحرام 1324 هجري بمطابق سن 1906ع ۾ مخدوم سيد خدا بخش شاه سائين جن جي گهر ۾. واقع ڳوٺ جهانپور شريف. تعلقه و ضلعه گهوٽڪي ۾ ٿي.

جهانپور شريف بملڪ پاڪستان جي صوبي سنڌ. جي ضلع و تعلقه گهوٽڪي ۾ واقع آهي جيڪو گهوٽڪي شهر کان اٽڪل 25 ڪلوميٽر اوڀر ۾ قومي شاهراه قاضي واهه بس اسٽاپ کان اٽڪل 04 ڪلوميٽر جي مفاصلي تي اتر طرف قاضي واهه جي ساڄي ڪپ تي ٻڌل آهي.

پاڻ شهنشاه جن جا وڏا اصل عربستان جا رهاڪو هئا. جيڪي پوءِ رشد و هدايت جي سلسلي ۾ هجرت ڪري، صوبي پنجاب جي شهر اوچ شريف ۾ اچي سڪونت پذير ٿيا. جن مان شير شاه جلال قطب وڪمال حيدر سرخ پوش. سيد سعيدي احمد ڪبير ۽ مخدوم سيد جهانيان جهان گشت جن وقت جا ولي الله هئڻ ڪري تمام گهڻو مشهور ٿيا. جن برصغير هند و پاڪ ۾ اسلام کي ڦهلائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو ۽ روحاني رمزن سان انسان ذات کي روشناس ڪرايو.

سندن خاندان جا فرد سبي (بلوچستان) عبدالڪريم شاهه سبي وارو ۽ بعد ۾ اولاد جا ڪجهه فرد ڳوٺ جهُانپور شريف تعلقه و ضلع گهوٽڪي سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا.

## پرورش

جيئن تہ ننڍي هوندي ئي سائين انور شهنشاه جن جا والد محترم سيد خدا بخش شاه وصال فرمائي ويا. تنهن ڪري سندن پرورش چاچي حافظ سيد بهادر علي شاه ڪئي. جيڪي پاڻ انوقت جا وڏا عالمِ دين هئا.

## تعليم

حافظ سيد بهادر علي شاه شهنشاه انور سائين جن کي ديني تعليم لاءِ مدرسي ۾ داخل ڪرايو. مگر ننڍپڻ کان ئي يگانہ خيال هجڻ سبب، پڙهڻ سان ڪابہ دلچسپي نہ ڏيکاريائون تڏهن سندن چاچي، ڪين تعلقي اوباڙي جي ڳوٺ محمدپور جي اسڪول ۾ پرائمري تعليم لاءِ داخل ڪرايو. پر اتي بہ تعليم جي طرف ڪو خاص ڌيان نہ ڏنائون. اسڪول جي هڪ هندو استاد سائين شهنشاه سان پڙهائڻ لاءِ گهڻائي هيلا هلايا مگر ڪوبہ طريقو ڪارگر نہ ٿيو. استاد صاحب بيزار ٿي ڪين سزا ڏيڻ جو ارادو ڪيو تہ استاد صاحب کي سخت بخار اچي ويو ۽ سائينجن اسڪول ڇڏي جهنگ طرف هليا ويا.

استاد صاحب هندو مذهب جو ماڻهو هيو ساڳئي وقت پير فقير جو ادب ۽ احترام ڪرڻ وارو ۽ عقيدت مند پڻ هيو. تنهن ڪري شاگردن کي موڪلي ڳولا ڦولها ڪرائي، سائينجن کي واپس گهرايائين، سائينجن جي اچڻ تي استاد صاحب معافي گهري، ۽ پاٽي پڙهي ڏيڻ لاءِ عرض ڪيائين: ۔ سائينجن جواب ۾ فرمايو تہ "آءٌ پڙهڻ

بنهہ ڪونہ ڄاڻان". استاد صاحب پيهر عرض ڪيو تہ "سائين مون کي پاڻي دم ڪري ڏيو تہ مان پيئان ۽ بخار مان نجات ملي". سائينجن استاد صاحب کي پاڻي دم ڪري ڏنو پاڻي پيئڻ بعد چند گھڙين ۾ استاد جو بخار لھي ويو ۽ استاد نو بنو ٿي پيو.

جڏهن اھا خبر سندن چاچي سائين بھادر شاھ جن کي پيئي تڏهن واپس موٽائي جھانپور شريف ۾ مولوي محمد عيسيٰ نوناري وٽ کين قرآن پاڪ جي تعليم شروع ڪرايائون.

سائين جن قرآن شريف پڙهڻ شروع ڪيو ۽ ٿورن ڏينهن ۾ استاد کي قرآن شريف پڙهي ٻڌائيندا هئا اهڙي طرح قليل عرصي ۾ سائينجن قرآن شريف جي تعليم پوري ڪئي. جڏهن اھا خبر سائين بھادر شاھ جن کي پيئي تڏهن سندن خواھ استاد محمد عيسيٰ صاحب جن جي حيرت جي ڪا حد نہ رهي.

جيتوڻيڪ سائين انور شھنشاھ جي ظاهري تعليم نہ هئڻ برابر هئي تڏهن بہ باطني علم جا ڀنڊار هئا. مختلف ٻوليون پوري طرح سمجھندا ۽ ڳالھائيندا هئا. مثلاً: اردو، سنڌي، هندي، سرائڪي، بلوچي، فارسي، عربي ۽ مارواڙي وغيره مٿين مڙني ٻولين ۾ سائينجن جو ڪلام رسالي ۾ درج آهي. جنهن مان اھا حقيقت ظاهر ٿئي ٿي تہ سندن قلب علوم باطن سان منور هيو. لھذا اولين ۽ آخرين منزل (الف) رهي. جيئن پاڻ پنھنجي ڪلام ۾ فرمائين ٿا تہ:

"تار الف دي وچي تاري - هڪو الف تيسي راضي
غرض نھين ڪوئي ملان قاضي - دل انور الف پڙهدي".

## رياضت ۽ عبادت

اسان مٿي لکي آيا آهيون ته سائينجن جا چاچا سيد بهادر علي شاه حافظ القرآن ۽ عالم دين هئا تنهن ڪري سائينجن کي پاڻ سان گڏ نماز پڙهڻ لاءِ به ڳوٺ جي جامع مسجد شريف ۾ وٺي ويندا هئا. وقت تيز رفتاريءَ سان گذرندو رهيو. آخر هڪ ڏينهن سائين بهادر علي شاه به هن فاني دنيا کي خيرباد چيو.

سائين بهادر علي شاه صاحب جن جي وصال کانپوءِ سائين انور شهنشاه امامت جا فرائض ڪجهه ڏينهن لاءِ انجام ڏنا.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته پاڙي وارا ۽ سيد برادري جا ماڻهو عشاء جي نماز پڙهي پنهنجن گهرن ڏانهن هليا ويا مگر سائينجن مسجد ۾ ئي موجود رهيا. سائينجن آخري نفل نيتيا ۽ ان جي هڪڙي رڪعت ۾ اهڙا محو ٿي ويا جو سڄي رات گذري ويئي تان جو صبح جي نماز جو وقت ٿي ويو ۽ موذن اچي صبح جي آذان ڏني. تنهن تي سائينجن ٻي رڪعت پوري ڪري سلام ورايو ۽ پڇا ڪيائون ته عشاءِ جي نماز ته پوري مس ٿي آهي اوهان ڪهڙي بانگ ٿا ڏيو. جماعت عرض ڪيو ته سائين اسان فجر جي نماز پڙهڻ آيا آهيون. اهو ٻڌي سائينجن محسوس ڪيو ته ظاهري نماز سالڪ تي روا آهي ۽ وحدت جي واديءَ ۾ مستغرق رهڻ واري لاءِ باطن جي نماز ئي ڪافي آهي تنهن بعد اڪثر وقت اڪيلائي ۾ رهندا هئا ۽ مسجد شريف ۾ فقط جمع نماز تي ايندا هئا.

ان کان پوءِ صرف عيد جي نماز ئي پڙهندا هئا. باقي ظاهري نمازون نہ رکياؤن ۽ فقط باطني نماز تي ئي اکتفا ڪيائون. ۽ اهڙي نماز بابت فرمائين ٿا:

"انور نيتي قضا نہ ڪيتي، اناالحق انعام".

سائينجن تنهائي ۾ رهندي رهندي ايترا تہ مست خيال ٿي ويا جو پورا 12 سال جهنگ ۾ رهندي مشاهدا ڪندا رهيا. انهيءَ دوران فقير الهڏنو ملهڻ جيڪو سندن پهريون طالب هيو، سائينجن جي خدمت ۾ حاضر رهندو هيو.

12 سالن بعد سائينجن جو خيال جڏهن واپس سالڪي طرف موٽيو تہ سائين قلندر شاه ڪيچي ڏٺي جي پيشنگوئي نشان ڪيل هنڌ تي اچي جهنگ ۾ آستاني جو بنياد رکيو ۽ علم پاڪ سائي ۽ ڳاڙهي بيرڪ سان نصب ڪرڻ فرمايو.

سائينجن رياضت يعني محنت ۽ مشقت پنهنجن هٿن مبارڪن سان پاڻ ڪندا هئا. سائينجن کي ڏسي پوءِ سڪ ۽ محبت وارا ماڻهو اچي ڪم ۾ سندن هٿ ونڊائيندا هئا. ڪنهن بہ ڪم لاءِ ٻئي ماڻهو کي سوال ڪرڻ ناپسند فرمائيندا هئا. خلقِ خدا ۽ فقراء جي خدمت پنهنجي سرپاڻ ڪندا هئا. لنگر لاءِ ڪاٺيون بہ پاڻ ڪري ايندا هئا.

سائينجن جڏهن پنهنجي مرشد سائين صاحبڏنہ شاه ڏانهن وسطي شريف ويندا هئا تہ رستي ۾ پنهنجي هٿن سان ڪاٺيون ڪري مٿي تي کڻي هلندا هئا. پوءِ فقير عرض ڪندا هئا تہ سائين! ڪاٺيون اسان ٿا ڪريون ۽ اسان ٿا کڻون تہ سائينجن فرمائيندا هئا تہ. "ادا مان

پنهنجي لاءِ ڪريان ٿو ۽ اوهان پنهنجي لاءِ ڪريو". اها ئي طالبن لاءِ تلقين هئي ۽ انهن لاءِ رياضت جو سبق هيو. پوءِ سائينجن کي ڏسي فقير ٻہ ائين ئي ڪندا هئا. پوءِ جڏهن سائين صاحبڏني شاه وٽ پهچندا هئا تہ جيڪڏهن سائين گڏ 50 فقير هوندا هئا تہ ڪائنين جون پريون ٻہ 50 هونديون هيون.

سائينجن کي جيڪا ٻہ چند ايڪڙ زمين هئي اها ٻہ پنهنجن هٿن سان پاڻ آباد ڪندا هئا. مگر جهار ڪونہ هڪليندا هئا. ماڻهو ڪين اچي چوندا هئا تہ سائين! اوهان جي پوڪ تہ جهار کائي ويئي ۽ مال ٻيلي ويو. پاڻ مرڪي جواب ڏيندا هئا تہ "ادا. اهي پکي ۽ جانور ٻہ تہ الله جا آهن! اهي اتان نہ کائيندا تہ ٻيو وري ڪٿان کائيندا؟! سوٻلي کائين!" مگر تنهن هوندي ٻہ سائينجن جو ٻين جي ڀيٽ ۾ فصل گهڻو سٺو لهندو هيو. جيڪو سموري جو سمورو لنگر ۾ استعمال ڪرڻ فرمائيندا هئا ۽ ٻکين ڏکين جي خدمت ۾ صرف ڪندا هئا.

# سلسلۂ بيعت

فقير سيد انور علي شاھ سائينجن ظاهري سالڪ ٿيڻ بعد سائين صاحبڏني شاه وسطي ڏٺي جي هٿ تي بيعت ڪئي ۽ ڪانئن ذڪر فڪر ورتو. وڏيڪ سلسلۂ بيعت هيٺ ڏجي ٿي: -

فقير سيد انور علي شاه صوفي القادري السروري رحہ

عن مرشد سيد صاحبڏنہ شاه رحہ (وسطي عنايت شاه)

عن مرشد قلندر شاه ڪيچي ڏٺي رحہ (ناڙي بلوچستان)

عن مرشد فقير مولوي ميان تاج محمد صاحب رحہ (ميان جو ڳوٺ شڪارپور)

عن مرشد سلطان العارفين باهو صاحب رحہ (ضلع جهنگ پنجاب)

عن مرشد سلطان فقير عبدالرحمان شاه صاحب دهلوي رحہ

عن مرشد سيد عبدالجليل صاحب قادري رحہ

عن مرشد سيد عبدالبقا صاحب قادري رحہ

عن مرشد سيد عبدالفتاح صاحب قادري رحہ

عن مرشد فقير سلطان نجم الدين قادري برهان پوري رحہ

عن مرشد سيد يحيٰ القادري رحہ

عن مرشد پير سيد عبدالجبار صاحب قادري رحہ

عن مرشد سيد عبدالرزاق صاحب قادري رحہ

عن مرشد پيران پير سيد عبدالقادر جيلاني رحہ دستگير محبوب سبحاني (بغداد شريف)

عن مرشد ابي سعد المبارڪ المخزومي صاحب رحہ

عن مرشد ابوالحسن علي الهنڪاري صاحب رحہ

عن مرشد ابوالفرح يوسف الطرطوسي صاحب رحہ

عن مرشد عبدالواحد الثميمي ابن نغمي صاحب رح

عن مرشد ابي بكرن الشبلي صاحب رح

عن مرشد ابولقاسم جنيد بغدادي صاحب رح

عن مرشد عبدالله سري سقطي صاحب رح

عن مرشد خواجہ المعروف الكرخي صاحب رح

عن مرشد قبلہ امام موسيٰ علي رضا عليہ السلام

عن مرشد قال حدثني امام موسيٰ كاظم عليہ السلام

عن مرشد ابو امام جعفر الصادق عليہ السلام

عن مرشد امام محمد باقر عليہ السلام

عن مرشد شهيد كربلا امام حسين عليہ السلام

عن مرشد امام المشرقين و المغربين امام علي المرتضيٰ كرم الله وجهہ

عن مرشد سيدنا محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم

# عشق مجازي

جتي عشق آهي اتي حسن جي موجودگي ضروري آهي اهڙي طرح جيئن مچ لاءِ ٻارڻ جو هجڻ ضروري آهي. لهذا عشق ۽ حسن جو چولي دامن جو ڳانڍاپو آهي.

سائين انور شهنشاه جڏهن مدرسي ۾ پڙهندا هئا تڏهن ڳوٺ جي دايہ قوم جي هڪ نينگري تي سندن نظارو تي پيو. پاڻ ان نينگري جي عشق ۾ مجنون مست تي پيا ۽ جهر جهنگ جهونگاريندا ڦرندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ان نينگري جي پسڻ لاءِ سندس گهر بہ ويندا هئا ۽ ساري ساري رات حال جي ڪيفيت ۾ گذاريندا هئا. اهڙي ريت عشق مجازي وسيلي عشق حقيقي جو اظهار ڪندا رهيا.

الحديث: عشق المجاز قنطرة الحقيقت هڪ ڀيري ان نينگري جا مائٽ لاباري سانگي دادلغاري روڊ تي ڪنڌير شاخ جي حد ۾ ويا تہ سائينجن بہ ڍنيان ڍنيان وڃي انهي ماڳ تي ڪين ڳولي لڌو ۽ انهن سان گڏ ڏينهن جو لابارو ڪندا هئا. رات جو جهنگ ۾ رهندا هئا ان ڪان پوءِ جڏهن اهي لابارو ڪري گهر واپس موٽي آيا تہ صبح جو سائينجن دستور مطابق جيئن لاباري ڪرڻ سانگي آيا تہ اهي واپس گهر جهانپور شريف وڃي چڪا هئا ۽ سائينجن اتي ترسي پيا. اهو سچو عشق تا عمر دائم ۽ قائم رهيو. پوءِ جڏهن بہ سائينجن جو فقراءِ سان گڏجي ان طرف وڃڻ ٿيندو هيو تہ پراڻي ياد تازي ڪرڻ لاءِ ان شاخ وٽ ترسندا هئا بلڪ ڪڏهن تہ رات پنجي ويندي هئن تہ ان ڪنڌير شاخ جي پر ۾ رهي پوندا هئا. اها نينگري وڏي تي. شادي شده تي ۽ پٽن پوٽن واري تي ۽

سائينجن کان وڏو عرصو پوءِ وصال ڪيائين. ان مائي صاحبہ جي مزار بہ روضي شريف جي نزديڪ درگاه شريف ۾ آهي.

اصل ۾ سائينجن جي شاعري جي شروعات ان نينگري جي عشق ۾ ٿي. سائينجن جو پهريون ڪلام آهي: -

مرشد پنجتن پاڪ ـ ميرا عشق بنايا هي.

عشق بنايا هي ـ رهبر بره بنايا هي.

جهانپور شريف ۾ هندو قوم جا باشندا بہ رهندا هئا. انهن مان هڪ بالڪ نالي شيون لال هيو جيڪو نهايت حسين و جميل ۽ سلڇڻو نينگر هيو. سائينجن جو ان سان بہ پرت جو پيچ پيل هيو. انهيءَ سانگي سائينجن سندن عبادتگاه (هندن جي مڙهي) ۾ ويندا رهندا هئا. هندن ڪي مذهبي مت ڀيد سبب سائينجن جو مڙهي اچڻ ڪجھ ناگوار لڳندو هيو. پر ڄٽي ڪجھ ڪونہ سگهندا هئا.

هڪ دفعي سائينجن ۽ شيون لال مڙهي اندر روح رهاڻ ۾ مشغول هئا تہ هندن چالاڪي ڪري مڙهي جو دروازو بند ڪري. حملو ڪري ڏنو. مگر جڏهن دروازو کوليائون تہ اندر نہ شيون لال — نہ سائينجن. هندو ششدر ۽ حيران رهجي ويا. آخرڪار هندو ڀائي بند بہ سائيجن جا معتقد ۽ عقيدت مند ٿي پيا ۽ ڪيترا هندو مرد خواه عورتون سائينجن جي دست مبارڪ تي بيعت ٿيا. مڙهي ۾ رهڻ بابت سائينجن هينيون شعر ارشاد فرمايو:

ڇڏي مون مسيتان مندر وسايم ،

مڙهي ۾ محمد مليو مصطفيٰ اچ

ڏسو راز رازق سندي رب رضا اچ

ڪير قربُ قادر ادا خود خدا اچ

# صورت مبارڪ ۽ لباس

شهنشاه فقير سيد انور علي شاهه سائين قبول صورت ۽ وجيهه چهري جا مالڪ هئا. چهري مبارڪ تي مناسب ڏاڙهي مبارڪ ۽ شهپر مبارڪ رکندا هئا ۽ رخ مبارڪ تي هڪ اسود تر بہ هوندو هون. ڊگهو نڪ. لال لب خوبصورت ۽ تجليدار اکين جا مالڪ هئا. گهڻو ڪري ڪوبہ ماڻهو سندن اکين ۾ اک پائي ڪونہ ڏسي سگهندو هو. سندن اکيون سدائين ڳاڙهيون لعل هونديون هيون. سندن اکين جي نشاندهي ڪندي فرمائين ٿا تہ :-

اعليٰ عشق واريون ڳاڙهيون لعل اکيون
جلوي نور جمال، جلال اکيون.

سائينجن دراز قد جا مالڪ هئا. سهڻو ۽ سڊول جسم رکندا هئا مٿي تي گيڙو رنگ جي دستار مبارڪ. گيڙو رنگ جي ڊگهي الفي بنا بانهن جي پهريندا هئا ۽ پيرن ۾ سادي طرز جو سوٽي جوتي پائيندا هئا.

## شادي مبارڪ ۽ اولاد

سائينجن 30 ورهين جي ڄمار ۾ پنهنجي ئي بخاري سيد خاندان مان شادي ڪئي. جنهن مان ڪين 04 فرزند عطا ٿيا. جنهن مان 2 فرزند 1. فقير سيد خدا بخش شاهه (اول) 2. فقير سيد ظهور حسين شاهه (اول) جيڪي ننڍپڻ ۾ ئي وصال فرمائي ويا. جيڪي درگاهه جيءَ صحن ۾ آرامي آهن. باقي 2 فرزند جن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو.

1. فقير سيد حضور بخش شاهه (سجاده نشين اول).
2. فقير سيد خدا بخش شاهه (ثاني) (ملنگ سائين).

1. فقير سيد حضور بخش شاهه (سجاده نشين اول).

پاڻ شهنشاهه فقير سيد انور علي شاهه سائين جن جا وڏا فرزند هئا جن پنهنجي سيد خاندان مان شادي ڪيائون جن مان ڪين چار فرزند عطا ٿيا.

1. فقير سيد انور علي شاهه (ثاني). 2. فقير سيد صحبت علي شاهه.
3. فقير سيد منور علي شاهه. 4. فقير سيد تصور علي شاهه.

فقير سيد انور علي شاهه (ثاني) ۽ فقير سيد صحبت علي شاهه جيڪي جواني ۾ ئي هن دار فاني مان دارالبقا پرواز فرمائي ويا ۽ باقي ٻه فرزند درگاهه ۽ فقراء جي خدمت ڪري رهيا آهن.

2. فقير سيد خدا بخش شاھ (ثاني) عرف (ملنگ سائين).

پاڻ شهنشاھ فقير سيد انور علي شاھ سائين جن جا ننڍا فرزند هئا جن پنهنجي ئي سيد خاندان مان شادي ڪيائون جنهن مان پنج فرزند عطا ٿيا.

1. فقير سيد عبادت علي شاھ. 2. فقير سيد بشارت علي شاھ.
3. فقير سيد قدير حسين شاھ. 4. فقير سيد ظهور حسين شاھ (ثاني)
5. فقير سيد ضمير حسين شاھ.

جيڪي پڻ هن وقت فقراء ۽ درگاھ جي خدمت ڪري رهيا آهن.

فقير سيد خدا بخش شاھ عرف (ملنگ سائين) سڄي زندگي رياضت ڪي عبادت سمجهي درگاھ ۽ فقراء جي خدمت ڪيائون، 48 ورهين جي ڄمار ۾ 27-10-1998 ۾ وصال فرمايو هن وقت شهنشاھ انور پاڪ جي روضي اطهر ۾ آرام پذير آهن.

## شاعري

متي ذڪر ڪيل آهي تہ جڏهن فقير سيد انور علي سائين کي عشق مجازي جي لغار لڳي تڏهن ڪان ئي جهونگارڻ شروع ڪيائون. اهڙي طرح جهونگار وسيلي شاعري اظهار ٿين لڳي. جڏهن بہ وجدي ڪيفيت تاري ٿيندي هين تہ يڪتاري چپڙي تي ٻول ڪلام پڙهڻ شروع ڪندا هئا نهايت منڙي ۽ سريلي آواز ۾ ڳالهائيندا هئا. بعد ۾ اهي ڪُلام فقراءِ ياد ڪندا ۽ ڳائيندا رهندا هئا. پڙهيل لکيل درويش اهي ٻول قلم بند بہ ڪنداُ ويندا هئا. جيڪي ٻول ڪلام اڄ رسالي جي صورت ۾ اوهان جي اکين آڏو آهن.

سائينجن شاعري ڪثير صفن تي مختلف ٻولين ۾ ڪلام فرمائي آهي. مثلاً: غزل، ڪافي، بيت، دوهيڙا، وائي، چوسٽا، مسدس ۽ سي حرفي وغيره. جيڪي، سنڌي، سرائڪي، پنجابي، اردو، عربي، فارسي ۽ هندي ٻولين ۾ چيل آهن.

سائينجن جي ڪلام ۾ سڪ، محبت ۽ انسانيت جو پيغام آهي. جنهن ۾ هڪ طرف انتظار، هجر، وصال ۽ عشق جي جذبات جي عڪاسي آهي تہ ٻئي طرف، پندو نصيحت، اسلام تعرف جا راز ۽ رموز، همہ اوست جي حال ۽ بلند خيالي جا نقش چٽيل آهن. حديث، قرآن، اصطلاح ۽ پهاڪا تمام خوش اسلوبيءَ سان بيان ڪيل آهن. سندن ڪلام ۾ تمام گهڻي رواني سان رغبت، بلاغت ۽ دقيق سلاست سمايل آهي. هر مڪتبِ فڪر جو ماڻهو سائينجن جو ڪلام پڙهي ۽ ٻڌي بيحد محفوظ ٿيندو آهي.

سائين شهنشاه فقير سيد انور علي شاه جن جا همعصر ڪامل فقير پنهنجي مشاهدي ۽ ڪيفيت ۾ اشعار فرمايا ۽ فقير سيد انور علي شاه سائين جن به انهن اشعارن مان مزو حاصل ڪندي پڻ اشعار فرمايائون جهڙوڪ ان وقت جي ڪامل فقيرن جي روحاني رهاڻ هئي. انهن اشعارن مان ڪجهه هيٺ پيش ڪجن ٿا.

جيئن محمد فقير ڪٺياڻ فرمائين ٿا:

سورهيه ساجد سرجا ـ اصل ڪان اڻ موٽ
ترڪ ڪيائون ترڪ کي ـ وٺي الف واري اوٽ
سر سينگاري هليا ـ گيڙو ٻڌي گهوٽ.
محمد چڙهيو چوٽ، نانگا مليا ناٿ سان.

سائين انور سائين فرمائن ٿا:

ناسو نيانيں، نانگا سي ناٿ سان
اڏي ۽ ڪات تي ڪوپا ٿا ڪاهين،
ڪنڌ ڪلان اڳيان، ٿا ڪامل ڪپائين،
تن متي سيد چوي، سرواهيون ساهين،
انور سر آهين، نيزا نظارن جا.

رکيل شاه سائين فرمائين ٿا ته:

تنهنجي عشق سچڻ، وجود ويران ڪيم
دل ۾ حول سدائين، خفقان ٿيم.

جڏهن رکيل شاه سائين جي فقيرن هي ڪلام پڙهي پورو ڪيو تہ شهنشاه انور سائين فرمايو تہ ادا! فقير رکيل شاه سائين کي هي اسان جا سلام چئجو تہ: ـ

انور سائين فرمائين ٿا تہ:

تنهنجي عشق سڄڻ آ باد ڪيم،

ويو حال سودائي، دل شاد ٿيم.

جڏهن واپس وڃي فقراءِ سائينجن جو هيءُ پيغام رسايو تہ رکيل شاه سائين جنُ فرمايو تہ: ابا اسان دنيا جا عوشاق دلي مثل آهيون. جنهن جو ڍڪڻ سائين انور پاڪ آهي.

غمدل فقير فرمائين ٿا تہ:

عدم ۾ آدم صورت الله ڇا هو،

فنا منجهہ بقا باالله ڇا هو؟

تنهن تي فقير سيد انور سائين فرمائين ٿا تہ:

عدم ۾ آدم صورت الله دم آ،

فنا منجهہ بقا فنا في الله دم آ.

هڪ موقعي تي غمدل فقير انور پاڪ آڏو هي ڪلام پڙهيو تہ:

ڪون هي کهتا سنتاري ساڌو، ڪون هي سنتا کهتا ......

تنهن تي پاڻ فرمايائون:

ڪيا ڪڇ تم ني ڪر ياري جوڳي ـ ڪيا ڪڇ تم ني ڪريا نات سات سي بات نہ ملي ـ گرو گرنٿ پر گهات نهين ڪرلي اپني آپ ڪي شيوا ـ دوجهي ڪو ڪبا سرڏ رياري جوڳي.

# رهڻي ڪهڻي

فقير سيد انور علي سائين ننڍپڻ کان ئي خاموش طبع ۽ اڪيلائي پسند هئا. عام ٻارن وانگر راند روند ۽ اجاين مشغلن ۾ مشغول نہ رهندا هئا. جڏهن جواني ۾ رسيا تہ اجا بہ مست خيال ٿي ويا. پوءِ جڏهن سالڪي جي ملڪ ۾ آيا. تڏهن ماڻهن سان رلڻ ملڻ شروع ڪيائون.

سائينجن نهايت سٻاجها. محبت ڪندڙ ۽ انسان ذات لاءِ دل ۾ احساس ۽ درد رکندڙ هئا. تمام سادگي پسند هئا. کائڻ پيئڻ توڙي پهر اوڄ جي لحاظ سان تمام سادا هئا. تمام گهٽ ڳالهائيندا هئا ڪنهن سوال جو جواب ڏيندا هئا تہ اهو تمام مختصر پر جامع ڏيندا هئا. اڪثر وقت مراقبي ۾ رهندا هئا ۽ ذڪر الاهي ۾ مشغول رهندا هئا پر جڏهن اک ڪٿي متي ڏسندا هئا تہ ڪنهن بہ ماڻهو کي اک ۾ اک ملائڻ جي جرئت نہ ٿيندي هئي. سائينجن ننڊ جي بجاءِ جاڳڻ کي وڌيڪ پسند فرمائيندا هئا. انهيءَ لاءِ نرم بسترو هرگز استعمال نہ ڪندا هئا.

هر انسان سان مرڪي ڳالهائيندا هئا ۽ اهڙي روش اختيار ڪري اهڙي پيار سان پيش ايندا هئا جو هر ماڻهو سمجهندو هو تہ "سائينجن جو مون کان وڌيڪ ڪنهن سان بہ پيار نہ آهي".

عام توڙي خاص جڏهن بہ ڪنهن ماڻهوءَ سان مخاطب ٿيندا هئا تہ "ادا" ڪري مخاطب ٿيندا هئا. سائينجن وٽ غريبي حال هوندي بہ وڏي سخاوت سان لنگر هلندو رهندو هيو. غريب غربو، عام خاص، مسڪين مسافر ۽ سڀ ڪنهن کي هڪ جهڙو لنگر ملندو هو. سبيل لاءِ هر وقت پاڻي جون متيون پريل رهنديون هيون.

سائينجن جا طالب فقير پاڪستان جي چئني صوبن، هندوستان توڙي ٻاهرين ملڪن ۾ ب موجود آهن. سائينجن اڪثر گهوڙي گاڏي جو سفر ڪرڻ پسند فرمائيندا هئا سندن ڪوچوان هڪ ننڍڙو ٻار جيئل فقير نالي هوندو هيو جيڪو هن وقت سجاده نشين سائين جي ڪار جو ڊرائيور پڻ آهي.

سائينجن ان دور جا ايترا ته صاحب سخا هئا جو ڪوب سوالي سندن در تان خالي نه موٽندو هو هڪ دفعي ته سخا ۾ پنهنجا ٻيئي فرزند سوالي کي ڏئي ڇڏيائون. سوالي ڳالهه آزمائي، صاحبزادن کي واپس سائينجن جي خدمت ۾ موٽائي ڏنو. جهانپور شريف جي ڪيترن ئي بيروزگارن نوجوانن کي نوڪريون وني ڏنيون ۽ برسر روزگار بنايو. ۽ ڪيترن ئي غريب ٻارن کي تعليم ڏياري ۽ غريب نياڻين جون پنهنجي خرچ سان شاديون ڪرايائون. سائينجن جي رهڻي ڪهڻي تفصيل سان لکبي ته هڪ زخيم ڪتاب جڙي پوندو. تنهنڪري ٿوري تي اڪتفا ڪجي ٿو.

ڪرامت: سائين انور شهنشاهه جي ڪرامتن جو تمام طويل ذڪر آهي، هتي رڳومثال طور هڪ ڪرامت جو بيان ڪجي ٿو. باق احوال مڪمل سوانح حيات ۾ لکيو ويندو.

منو فقير پٽو وينل وسطي عنايت شاهه ٻڌايو ته هڪ شخص دريا پار کان عرض ڪئي آيو ته سندس 4 چار جريب زمين بچائي ڏيو جو درياءُ پائي رهيو آهي. سائين انور شهنشاهه ڪيس تعويز لکي ڏنو ۽ فرمايائون ته ڪاني ۾ ٻڌي وڃي درياءُ ۾ اڇلاءِ. فقير فرمان موجب ائين ئي ڪيو. ٻئي ڏينهن ڏنائين ته درياءُ سندس زمين کي پائڻ ڇڏي پري هٽي ويو ۽ درويش سائين جن وٽ اچا حقيقت واپس اچي بيان ڪئي ۽ سائين جن جا ٿورا مڃائين.

# وصال

سجاده نشين سرڪار (اول) فقير سيد حضور بخش شاهه جي فرمان مطابق تہ سائينجن پنهنجي مقرر عمر 63 سالن کان 08 سال اڳ ۾ 55 سالن جي عمر ۾ وصال فرمايو". گهوڙي گاڏي تي سوار ٿي صادق آباد (صوبہ پنجاب) ۾ پنهنجي فقيرن وٽ پهتا. ۽ سندن وڏا فرزند فقير سيد حضور بخش شاهه سجاده نشين (اول) ۽ ننڍا فرزند فقير سيد خدابخش شاهه عرف (ملنگ سائين). منگهڻ فقير ۽ پيا فقير بہ سائڻ گڏ هئا. هڪ بهانو جڙيو ۽ سندن طبيعت ناساز ٿي پيئي ۽ اتي ئي جام وصال پيتائون.

وصال وقت قدرتي بادل نهي آيو ۽ صادق آباد کان درگاه جهانپور شريف تائين مينهن وسندو رهيو.

جڏهن صادق آباد کان جهانپور شريف پهتا تہ قاضي واهہ جي پل نهيل نہ هئي، واه تار وهي رهيو هو سائينجن جي ڪٽ جڏهن قاضي واهہ مان گذاريائون تہ واهہ جو پاڻي اڌ لهي ويو ۽ درگاه عاليہ جهانپور شريف ۾ سڪونيت پذير ٿيا.

سندن وصال جي تاريخ 21 محرم الحرام 1381 هجري بمطابق 05 جولاء 1961ع. سائين جن جي آخري چيل ڪلام جو تلهہ هيٺ ڏجي ٿو جيڪي پڻ وصال جون وايون آهن.

مون پنهوڙن بس ڪئي - طاق هٽي تاڙيون!
آءُ پنهل پاڙيون، وعده ورد وصال جا.

# عرس مبارڪ

هر سال ماه محرم الحرام جي تاريخ 21 - 22 - 23 - 24 تي انور سرڪار جو درگاه عاليہ جهانپور شريف ۾ ساليانو عرس مبارڪ سجاده نشين سرڪار جي سرپرستي هيٺ ملهايو ويجي ٿو. الڪ ملڪ جا ماڻهو عقيدت ۽ احترام سان اچي عرس مبارڪ ۾ شرڪت ڪري فيضياب ٿيندا آهن.

# انور سائين جن جا فقير

جيئن تہ شهنشاه فقير انور سائين جن جي طالبن فقيرن جو تعداد تمام گهڻو آهي. پر سندن طالب فقيرن ۾ ڪجهه اهڙا سرواڻ بہ پيدا ٿيا جن جا خود هزارين ماڻهو طالب مريد آهن. انهن طالب فقيرن پنهنجي مرشد جي ڏسيل راهہ تي هلي انسان ذات جي وڏي خدمت ڪئي ۽ ڪري رهيا آهن. جن جو هيٺ احوال ڏجي ٿو:

بلغ العليٰ بِڪَمالہ، تنهنجو آهي وارث صحي
طالب ادا تون عمر نہ ڪر، جنهن جو اصل خادم وحي
تنهنجي مريدن ڪي مدد. انور نہ ٿي دلگير تون.

## الهڏنو فقير:

الهڏنو فقير سائينجن جو پهريون طالب فقير ٿيڻ جو شرف حاصل ڪيو، پاڻ ذات جا ملهڻ هئا. درگاه جهانپور شريف لڳ ئي سندس ڳوٺ آهي. پاڻ وڏي هستي وارا فقير ٿي گذريا آهن. سدائين پنهنجي مرشد پاڪ جي رياضت ۽ عبادت ۾ مشغول هوندا هئا۽ سندس اکين مان هر وقت نير وهندا هئا جنهن ڪري سندن اکين هيٺان نار نهي پيا هئا. پاڻ پنهنجي مرشد جي ايوان ۾ آرامي آهي.

## سنگهڻ فقير:

پاڻ ذات جا مشوري هئا. سائينجن جي عشق ۾ کهي آيا هئا معرفت الاهي جي سڪ ۾ سائينجن جا طالب ٿيا پاڻ سائينجن جا نهايت پيار وارا فقير هئا ۽ سندن ڪيئي طالب آهن ۽ سندن مزار انور سائين جن جي درگاه جي لڳ آهي.

## شائق فقير:

پاڻ فقير ذات جا عمراڻي ويٺل ضلع جيڪب آباد جا هئا. سندس اصل نالو چاڪر خان هو پاڻ سائين جن جي عشق ۾ ڪهي اچي طالب فقير ٿيا ۽ پنهنجي مرشد تي هر وقت (شائق) عاشق رهندا هئا ۽ مرشد جي عشق ۾ زبردست شاعري ڪئي اٿس.

سندس شاعري جو موضوع عشق حقيقي ۽ حب مرشد تي ٻڌل آهي ۽ سندس ڪيئي طالب پڻ اٿس. سندس مزار آبائي ڳوٺ ضلع جيڪب آباد ۾ آهي ۽ هر سال رجب جي مهيني ۾ ميلو لڳندو اٿس.

## پانڌي فقير:

هي فقير به عشق جي حقيقي معراج تي پهتو ۽ مرشد جي شان ۾ به ڪافي شاعري پڻ ڪئي اٿس ۽ پنهنجي مرشد جي عشق ۾ مدهوش رهندو هو ۽ ڪيئي طالب به اٿس.

پاڻ درگاه جهانپور شريف کان 05 ڪلوميٽر اولهه طرف پنهنجي ئي نالي تي آباد ڪيل ڳوٺ پانڌي فقير ۾ آستاني ۾ آرامي آهي.

## ويراڳ علي فقير:

هي فقير ڪنڌڪوٽ جو ويٺل هو وڏي حال ۽ خيال وارو فقير هو هر وقت مرشد جي ڪلام ۾ مدهوش رهندو هو. ۽ مرشد جي شان ۾ ڪافي شاعري به ڪئي اٿس. سندس مزار ڪنڌڪوٽ شهر جي آستاني ۾ واقع آهي.

## نانگو نهال شاھ :

پاڻ نواب شاھ جي سيد گهراڻي سان تعلق رکن ٿا. سندن پورو وقت رياضت ۾ گذرندو آهي. پاڻ مرشد کان راھ هدايت وٺڻ بعدِ لنگ بند ٿي ويا جنهن کري کين نانگي جي لقب سان ياد ڪيو وڃي ٿو.

## مصري فقير:

جهڙو نالو اٿس آهي بہ اهڙو مصري. انور سائين جي عشق ۾ ترڪ دنيا ڪري سندس آستاني کي پنهنجو گهر بنايائين ۽ پنهنجي سڄي زندگي ارپي ڇڏيائين. پاڻ فقير اڄ تائين پنهنجي مرشد جي ڏسيل راھ تي هلي انسانذات جي خدمت ڪري رهيو آهي.

## يوسف علي فقير:

انور سائين جو هي ڏمالي فقير آهي. هن پنهنجو گهر در ترڪ ڪري اڄ تائين درگاھ تي ڏمال وڄائڻ جي ڊيوٽي سر انجام ڏئي ٿو.

## فقير سيد حضور بخش شاهه سجاده نشين (اول)
## درگاه عاليه جهانپور شريف

فقير سيد حضور بخش شاهه بن فقير سيد انور علي شاهه (اول) تاريخ 24 ربيع الاول 1360 هجري بمطابق 22 اپريل 1941ع تي ڳوٺ جهانپور شريف ۾ تولد ٿيا. خوبصورت شبيهه ۽ اعلي سيرت جا مالڪ هئا. ننڍپڻ کان ئي مست خيال هوندا هئا.

شهنشاه فقير انور علي سائين پنهنجي وصال کان پورا 40 ڏينهن اڳ ۾ پنهنجي وڏي فرزند فقير سيد حضور بخش شاه کي دست بيعت ڪيو.

سائينجن جي وصال بعد حضور سائين کي سجاده نشين جي دستار مبارڪ پارائي ويئي. حضور سائين پنهنجي والد شهنشاه جي ساڳئي صورت ۽ سيرت رکندڙ سندن نقشِ قدم تي گامزن رهيا.

**تعليم:**

پنجن سالن جي عمر ۾ کين پرائمري اسڪول جهانپور شريف ۾ پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو سائين وڏا ذهين ۽ هوشيار هوندا هئا. مگر باقاعدگي سان اسڪول ۾ حاضر رهڻ سندن خيال تي منحصر هوندو هيو پرائمري پنجين درجي تائين تعليم حاصل ڪيائون وڌيڪ تعليم ظاهر ۾ ڪانه حاصل ڪيائون البت ڪتابن سان دلچسپي رکندا هئا.

پاڻ حليم طبع، مهربان، مهمان نواز ۽ غريب پرور هئا. پاڻ جهانداري ڪاڻ پري رهندا هئا اڪثر محفل موسيقي سان ڏاڍو چاهه هوندو هون پاڻ علم موسيقي جا ماهر استاد پڻ هئا. راڳ سکڻ جي

شائقين کي تعليم ۽ سکيا ڏيندا هئا. پاڻ هر قسم جو ساز وڄائڻ ۾ مهارت رکندا هئا. درگاهه شريف ۾ ننڍڙ پنهنجي هٿن سان پڻ هلائيندا هئا.

**شاعري؛**

حضور سائين جن پنجن ٻولين ۾ شاعري ڪئي اتن جنهن ۾ سنڌي، اردو، سرائيڪي، فارسي ۽ عربي شامل آهن. سندن ڪلام 1000 ڪان.وڌيڪ ڪلمي نسخي ۾ موجود آهي ۽ سندن ڪلام جا ٽي چار حصا شايع ٿي چڪا آهن.

وصال:

فقير سيد حضور بخش شاهه 64 سالن جي ڄمار ۾ تاريخ پهرين ذالقعد 1426هه بمطابق 4 ڊسمبر 2005 ۾ وصال فرمائي ويا. پاڻ پنهنجي والد گرامي شهنشاه انور سائين جن جي پاسي ۾ آرامي آهن.

# فقير سيد سخاوت علي شاهہ سجاده نشين (دوئم)

# درگاهہ عاليہ جهانپور شريف

فقير سيد حضور بخش شاهہ پنهنجي حياتي ۾ ئي پنهنجي وڏي فرزند فقير سيد انور علي شاهہ (ثاني) جي اڪيلي فرزند يعني پنهنجي پوٽي فقير سيد سخاوت علي شاهہ کي پنهنجو جانشين مقرر فرمائي ويا هئا ۽ فقير سيد حضور بخش شاهہ سجاده نشين (اول) جن جي وصال بعد سندن فرمان مطابق سندن پوٽي فقير سيد سخاوت علي شاهہ کي سجاده نشين جي دستار ٻڌرائي وئي جيڪي هن وقت درگاهہ عاليہ جهانپور شريف جا سجاده نشين آهن.

**ولادت:** فقير سيد سخاوت علي شاهہ 21 رمضان مطابق تاريخ 5 جولاءِ 1987ع تي تولد ٿيا. پنجن سالن جي عمر ۾ اسڪول ۾ ويهاريو ويو پنج درجا پاس ڪيائون وڌيڪ تعليم لاءِ ڪنهن بہ اسڪول ۾ داخلا ڪانہ ورتائون مگر ذاتي مطالعو جاري رکيائون سنڌي. اردو ۽ انگريزي ٻولين جي تمام سٺي واقفيت رکن ٿا. ڪمپيوٽر جا پڻ ڄاڻون آهن. ننڍپڻ کان ئي پنهنجي ڏاڏي حضور سائين جن جي سرپرستي ۾ پرورش پاتي منجهس سيئي خوبيون ڏاڏي واريون موجود آهن. حضور سائين سندن پرورش ۾ ڪابہ ڪسر نہ ڇڏي.

فقير سيد سخاوت علي شاهہ پنهنجي ڏاڏي وانگر غريبن. يتيمن ۽ مسڪينن جي پرگهور لهڻ وارا ۽ انتها درجي جا مهمان نواز آهن. حضور سائين وانگر راڳ جا ماهر. پارکو ۽ اعلي معيار جا گويا ۽ شاعر پڻ آهن.

# ڪافي 01

ٿلهه: يا شاهِ گيلان شهنشاهه، مولا مِڙن جو مير تون.
دستگيرِ عالم، دستِ مَنهنجي ٻانهن جو ٻاگِير تون.

1. تنهنجي حُڪم جي حاضري، مُردا ٿيا زنده ڦري.
جي تو اجازت تون ڏئين. زنده وڃن موٽِي مَري.
طِفلي ۾ آ طاقت اها. اعليٰ آهين اڪسير تون.

2. سائل ڪئي توکي صَدا. ڪشتي اندر جملي جيئا.
اظهار ٿيا هِن منجهه درياء، توٽي هئا ورهين مُئا.
اعليٰ عنايت تو ڪئي. قادر مٿي تَقدير تون.

3. تنهنجي دوش تي مولا جو دم. ڪُل اولياء تنهنجو قدم.
پيار سان پروَر رکيو. محبوب سُبحاني اسم.
توڪان سواء نہ ٿين ولي. پيرن سندو آن پير تون.

4. تنهنجا فضائل هِن گهڻا. ڪهڙا ڳڻي ڪهڙا ڳڻيان.
ڇا ڪندي هاتي هي زبان. تنهنجي ڪَرامت جو بيان.
منظور ڪيو مالڪ توکي. واحد سندو وزير تون.

5. طلب حَق ارشاد ڪر. دل عشق ۾ آباد ڪر.
هِي ثناگر سيّدا! غير ڪِنان آزاد ڪر.
توَڪل جنين آ تو مٿي. تن طالبن تدبير تون.

6. اهل بيت نبي جو تون. منظور حق ربّي جو تون.
رفيق آهين رسولؐ جو. معراج ۾ شفيع جو تون.
ملڪن ڪئي آ مَرحبا. توکي ڏِسي تَطهير تون.

7. بَلغَ العَليٰ بِڪَمالـه. تُنهنجو آهي وارث صحي.
طالب ادا تون غم نہ ڪر. جنهن جو اصل حادم وحي.
تَنهنجِي مريدن ڪي مدد. "انور" نہ تي دلگير تون.

# كافي 02

ٹلھ: دَم نبيؐ نبيؐ سَردار، تجَلي دار وکا ديدار،
دمــا دم نـــبـــيؐ ســـردار.

1 يسين دا سر تي تاج تيڏا. لولاک لما دا ڏاج تيڏا.
ملک افلاکي راج تيڏا. هين مالک خود مختيار.

2 لاالـٰـه دا مان وڏا. الّاالله نيشان وڏا.
مـهر نَبوّت شان وڏا. اولاد تيڏي هَسوار.

3 تبڏا پنجتن پاک دا نام. لحمک لحمي محض کلام.
فرش کنون ول عرش انجام. معراج والي گفتار.

4 مظهر نور حقيقي حق تي. ظاهر باطن عبن خلق تي.
جن بشر تي ملک فلک تي. تيڏي هي پچار.

5 تيڏي هي درگاه الاهي. انّا احمد ملي گواهي
کنهن سانگي آيوئين سڏا سپاهي. هادي بن هربار.

6 تيڏي هي دربار جو عالي. آون لک هزاران سوالي.
مين جيهي مسکين موالي. گدا کرن هک وار.

7 سين سوالي پنجان دي در دا. سگ دربان **"علي انور"** دا.
مگن مداحي توڻ مظهر دا. نيڏي هي درکار.

# ڪافي 03

ٿلهه: ايندين محب متا منٺار، سدا دل ماندي جا،
آهن اکڙيون تنهنجي پار، سدا دل ماندي جا.

1. آهي سڪڙي سدا. راتيان ڏينهان فدا. مچ منهنجي ندا.
در تنهنجي گدا. سڻ پاڪ سيدا. هاڻي نامِ خدا.
ڏي درد وندن ديدار.

2. ايندين عربي ڄام. ڪيو قدسي ڪلام. هاڻي صبح ۽ شام.
وڏئي دلين ڪي دام. نالي مهدي امام. توري، ناهي سلام.
آهين هادي حيدرِ ڪرار.

3. ڪرڪا مهر نظر. دل اندر صدر. ڇوي سائل هر هر.
منجهه نظم نثر. تئي اعليٰ اندر. صوفي سر با سر.
تيا بي رنگ بره بهار.

4. جلوي نور نظر. ڪري بجلي بدر. آيريو بدل ابر.
متي نقش نگر. غنچه چشم چڪر. تيا تر با تر.
سهڻي صورت جا سردار.

5. تنهنجا خيال خمر. ڪري قلب ڪٺر. تيا مست مگر.
ويا خوف خطر. اهي مرڪن مر. جيڪي سگ تو در.
تيا مئيخاني مختيار.

6. توئي حوران ملڪ. جن بشر فلڪ. آهي ماندي خلق،
پهري آءِ دلق. پنهنجو امر عشق، ماهي محض آ پڪ.
آيو ازلي هي اعتبار.

7. آئي تو دلبر. ڪندا شجر ثمر، بگو بحر و بَر.
اهو الڪ اثر. منجهہ دل "انور". وانگي شمس قمر،
آهن لائق لک هزار.

# ڪافي 04

ٿلهه: مُرشد شَهنشاهه جي، هڪ آسري الله جي.

1. ڪوڙين گناهن جا ٿيا ڪفر جا سَبَ قاعدا.
شافي رسولَ الله جي.

2. مشڪل ڪشائي لئہ ڪيم طالب اوهان جي طَلب جا.
آذر علي اسدالله جي.

3. ساز سُرندا ڍولڪيون واڄا وڄايا مُون گهڻا.
بِرهه بَقابـالله جي.

4. مون نشئي نينهن جو شوق جو پيئان شَراب.
عِشق واري آڙاهه جي.

5. ڪِين وِيس هَرگز مَسيتان نہ ڏٺم مَندر مَڙهيون،
وَحده ويساهه جي.

6. روز مون جيڪي ڪَران، ڪِين تو ڪنهن ڪان ڏران،
پِيرِ مغان بي پرواهه جي.

7. ماسوا تون پنهنجي "انور" نہ ڇاڻج ڪو پيو،
ڪُلِ شيءِ شاهه جي.

# ڪافي 05

ٿلهه: مُرشد پَنجتن پاڪ ميرا عشق بنايا هَي
عشق بنايا هَي، رهبر برهه بنايا هي

1. عِشق الاهي آير چڙهه ڪي، چاتم بِسمِ الله ڪر ڪي،
سڪ ڏيئي فيراق، عاشق روز رڙايا هَي.

2. حَسن حُسين شهادت پاتي، عِشق اندر وچ پاتي جهاتي،
عاشق ڪر قتلام، سولي سر چڙهايا هَي.

3. باه بِرهه دِي پَڙڪي باري، درد پُنهل دي دِلڙي ماري،
عين عِشق دِي وات، قادر آپ ڪَڙايا هَي.

4. "انور" آکي عشق منجهارون، ڏي پُنهل ڪو درد دا دارُون،
صحي پڙهير صلواة، ڪلمه پاڪ پڙهايا هَي.

# ڪافي 06

ٿلهه: ڏسو راز رازق، سندي ربّ رضا اچ.
ڪيو قرب قادر، ادا خود خدا اچ.

1. ڇڏي مون مسيتان، مندر وساير،
مڙهي ۾ محمّد، مليو مصطفيٰ اچ.

2. حَسن ۽ حُسينڙ، ڏٺم بيئي اکين سان،
قسم آ خدا جو، آهي ڪربلا اچ.

3. تيو عين "انور" ڪي، سارو قصو هي،
ڪرشن چوان يا، علي مرتضيٰ اچ.

# كافي 07

ٹلهہ: وچ كربلا دي ميڈا وِير سائين، آئي پاک ربؑ دِي تقدير سائين.

1. گل گھوٹ سهرَي ڳانَي تي ميندي، اكبر دي امڑِي تيكون پئي لَيندي،
كر سيج خالي نہ وچ اكيندي. بنري دي بنرِي روندي نير سائين.

2. كيتا پاک پاڻي پيوڻ دا سايا. اصغر كُون بابَي ايوين فرمايا،
امت ناني دي ڈي تيكُون مَين چايا. پاڻي دي بدلي ڳل تير سائين.

3. چا مَشک موندي وچ شير پايا. ڳَيا نعرا مريندا هڻ ول نہ آيا،
شكران دي وچ مَنبس حق دا رايا. ٻانهان ڈونهَين وڍيان لک جهير سائين.

4. گوشي جگر شاه حيدردا دل بند.قربان كر حر سردار تئون ڈي جند،
پڑھ پاک كلمہ كر ياد احمَد. محبوب ربؑ دا تيڈا پير سائين.

5. قربان تيڈي اهي بار چاوڻ، ول چوڻي سن دي صدمي آناوڻ،
نهين كَنں نبيان دا اهين جاء تي آوڻ. تيڈا شان مولا تطهير سائين.

6. چڑھ گھوٹ نيزي نعرا مريندا. عابد دي ناني كون پارت پيا ڈيندا،
هَي ٻال چوڻا بن قيدي ويندا. پيرين تنهَين كون زنجير سائين.

7. لجپال مولا دا "انور" ثناگر، نہ چوڑ مسكين پنجتن دا تون در،
وردُ زبان هَي حيدر وو حيدر. اسمِ علي نام اكسير سائين.

# ڪافي 08

لله: دم عشق ۾ عاشق اچي اظهار ڪري ٿو. نہ انڪار ڪري ٿو.
انهي نينهن جي نيزي چڙهي نروار ڪري ٿو نہ انڪار ڪري ٿو.

1. احوال ابنِ علي شاه حسين جو آهي، ڪربل ڏي ٿو ڪاهي،
سر سانگ تي سردار بہ هسوار ڪري ٿو. نہ انڪار ڪري ٿو.

2. ميدان ۾ محبوب ڏسي حُر تيو هيڪاندو. پنهنجي پير لاءِ ماندو.
سَو وار هي سر صدقي لک وار ڪري ٿو. نہ انڪار ڪري ٿو.

3. ڳانو ٻڌي گهوٽ ڪئي آ واعدي وفائي. اِها جور و جفائي،
الله شڪر ثابت سردار ڪري ٿو. نہ انڪار ڪري ٿو.

4. هر شڪل نبي پاڪ جو اڪبر آ پيارو. هنيائين نينهن جو نعرو،
تيرن جو برسي بادل وسڪار ڪري ٿو. نہ انڪار ڪري ٿو.

5. صبر شاه شبير جو مولا تو ڄاڻي، معصوم تو ماڻي،
قربان پنهنجا ٻار طفل دار ڪري ٿو. نہ انڪار ڪري ٿو.

6. هر درد حسيني آهي عباس علي جو. آهي خاص علي جو،
ٻانهون وڍائي پيئي سِر ڌار ڪري ٿو. نہ انڪار ڪري ٿو.

7. ٿي پيرين پيادو عابد ڪئي آ شام تياري، نہ ڪيائين جنڊڙي پياري،
ڇڪي شتر مهاران هٿ بيمار ڪري ٿو. نہ انڪار ڪري ٿو.

8. ڪربل جي شهنشاه جو "انور" آمداحي، سگ در جو سپاهي،
خاشاڪ ڳلي پاڪ جو سرشار ڪري ٿو. نہ انڪار ڪري ٿو.

# كافي 09

ٹلھ: ھُݨ ویکو فقیران دا حالِ، کڈا صبر تي شکر سنبھالِ.

1. جنھن کون ھوندیان غریبان دیان تانگھان، سر سھري تي سیني سانگان،
ہن بڑچیان تي نیزي یالِ.

2. کیتا خیال حسین اصل وچ، لڳا تیر صغیر دي ڳل وچ،
ھویا پاک معصوم وصالِ.

3. پر مَشکان تَي خیمي پلیندا. ٻانھان موندي کنون لھویندا،
اھو عربي جوان جلالِ.

4. نیزي چاند شبیر دا کُلیا. روضہ پاک رسول دا ھِلیا،
آئي امت وفا دي نالِ.

5. چا عابد شتر مُھاران، تیڏیان نانا لَھسي سنیاران،
ڳل طوق زنجیران والِ.

6. بن "انور" گداگر حیدر دا. در شاھ شبیر شبر دا،
لڄ پال جھڑا لاڄان پالِ.

# کافي 10

لله: گلزارِ نبوّت گل مَین هان. محبوبِ خدا بلکل مَین هان.

1. دارین دا مالک شاہِ امم. جنهن دي خاطر بڻيا بيت حرم.
اونهدي جگر دا ٹکڑا اصل مَین هان.

2. جنهن دا نام علي اسدالله هَي. آهندا جمڻا وچ بيت الله هَي.
اونهدي طوقِ هجر دا گل مَین هان.

3. میکون سواري ذاتي هَي پاک جلي. جنهن کون مُهر نبوّت آکن ولي.
اعلي اطهر تي افضل مَین هان.

4. تیڈا شان هَي نانا رسول الله. میکون ملیا دشتِ کربلا.
تیڈي امت دا بدلا مُلهہ مَین هان.

5. جهڑي شجر دا سایہ عرش و زمین. اون کون ساري کریندي هن آمین.
اونهدي شاخ دا هکڑا ڦُل مَین هان.

6. جهڑا هِجر میڈي دا شائق هَي. آهندا مَین هون "انور" خالق هَي.
اونهدي مشکل دا خود حل مَین هان.

# ڪافي 11

ٿلهه: آهي اصل تنهنجي مٿان، اعليٰ عنايت اڪبري،
توڪان سواءِ پيو ڪير ڪري، بيرنگ مٿان بهادري.

1. ظاهر ظهورو ذات سان، نانگا نفي اثبات سان،
اعليٰ عشق عجب آفات سان، خارج ڪري خم خيبري.

2. لاتقنطو لاثان تي، ڪامل قدم قربان تي،
ڪن نظر نيشان تي، حلقو هئي هُل حيدري.

3. وحدانيت وادي وڃڻ، پاٿون اتيئي پنهنجو پسڻ،
سختيون سخاوت جون سهڻ، پاڪر اڳيان پيغمبري.

4. هر جاءِ حمايت جي هڪل، تن نہ ترسيو هڪڙي پل،
بند جلالي سان جبل، بحرين ڪيو آ بربري.

5. هوشيار تي تون آ هلي، واحد آئي والي ولي،
جذبات سان جابر جلي، بئي جي نہ وٺ خرمت وري.

6. شابس ادا ان موٽ ڪي، چاڙهي هنيائين چوٽ ڪي،
ڪيري ڪفر جي ڪوٽ ڪي، طالب هئي توڙون تري.

7. صادق مٿي هن سانگ تي، طالب اڳيان تو تانگھ تي،
اللہ اڪــبر بانـگ تـي، ثـابـت اَڌِي ســورهــ ســري.

8. "انور" اِهو سجود هو، مقصود لامقصود هو،
مــوجــود حــق مـوجــود هــو، ســارو قــصـو آ ســروري.

# ڪافي 12

ٿلهه: حُسن اوهان جو ڏسي، لک پروانہ اچن.

1. صورت اوهانجي صنم، دام وڌو آدم دم،
پيچ زلف جي خم خم، خان خُتنگ ڪيا ختن.

2. ديدان درس دَري، خبر ڪولي ڪيائون ڪري،
چشم اوهان جي ڪئي آ چري، جان چوڏار چمن.

3. ابرو تيغ ڪٽي، مژگان تير هڻہ سي،
جي مشتاق ڳٽي، سورهہ سي تي سَهن.

4. نانگا نات نسنگ، ڪين مڙن مرد ملنگ،
پرت وندا جي پتنگ، سي سردار سڙن.

5. ڏينهن مهينا آيا، سال صديون ڪن سايا،
گهور گهٺا ٿي گهايا، گهوٽ اوهان جي گهڙن.

6. بحر حسن جي بازي، عاشق ٿيا آوازي،
گوهر ڪيا ڪيئي غازي، گئون گرداب گگن.

7. يار اوهان جي سڪ ۾، ديد اٿن تو هڪ ۾،
ڪين لِڪا ڪنهن لِڪ ۾، پڌر پيئي ٿا پسن.

8. جان هادي ڪئي آ هڪل، مرد مڙيا تنهن مهل،
ڳارا ڏيئي سي پنهنجا ڳل، ڪريا ٿا تہ ڪُسن.

.9 موتو قبلل ڪلي. انت موتو سو ڄلي.
آهن آهي بلي بلي. سهرا تن متي سڄڻ.

.10 ڳانا بدي جي ڳائن. ملڪ انهي تي آهن.
جذب منجهئون جاڳائن. تيو جنسار جڳن.

.11 آءِ ادا تون عاشق. لڪ اوهان تي لائق
شيرُ بهادر شائق. مرد آهين تون مگن.

.12 عشق سنديون اوطاقون. يار اڏيون هن جاڪون.
تاب تڪو تنهن لاڪون. وير ويهاريو وتن.

.13 ماڳ مڙهيون مئيخان. نينهن ڪيا نيشان.
"انور" جئي آستان. وحدت سان وسن.

# ڪافي 13

ٿلهه: اڄ سر ساڏي فوج حسن دي، نين ڇٽي هن تير ڏونهين.

1. اکيان سيڏيان ويک سڄڻ نون. کيوين تيوَن دلگير ڏونهين.

2. ديدان دي وچ ديدان رليان. جيوين رلن کنڊ کير ڏونهين.

3. سهڻي ميهار دي تي ڳئي ملاقي. ساکن هوئي سير ڏونهين.

4. واٽ وصل ويساه دي وارث. وحدت دي وچ وير ڏونهين.

5. "انور" ويک تجلا نوري. حسن حسينڻ پير ڏونهين.

# ڪافي 14

ٿلهه: ٿيا حال حُسن دا اڄ سائين، ڪيتا عاشق ناز دا رڄ سائين.

1. اهو جوڙ جمال دا ياد ڪيتوئي. گهر اپڻا خود آباد ڪيتوئي،
دل عاشق والي شاد ڪيتوئي. چاپاند پريم دا ڪڄ سائين.

2. اهي نينان خاص خمار خمر. واه پيون بردي پر پر پر.
جڏان ٻئي ڳئي سب ڪون تيڏي خبر. اهي آون باندي پڄ سائين.

3. اهي ڏِٻلي ويس ٻئي نهندي نبي. رخ خال خيال دي رهندي نبي.
واه زيب زنخ والي وهندي نبي. ڳئي لوڙهه لحاظ دي لڄ سائين.

4. تيڏا ٻهڻ هي ناز نمائيان دا. ميڏي دل ڪون دُم دم پيا پاندا.
مين صدق ٿيوان تيڏي آوڻ دا. گهڙي گهور وصال دي ڳئي وڄ سائين.

5. تين حال ڪيتا مين خيال ڪران. تيڏي پال اتي مين پال ڪران.
ڪيا ڪنهن ڪون هڻ احوال ڪران. لائي ڏيان تيڏي هڻ ڏڄ سائين.

6. چڏ عبرت "انور" عام دي هي، اها لذت حسن والي جام دي هي،
ڪنهن مقصد مطلب مام دي هي، تيڪون مليا هڻ نه هڄ سائين.

# كافي 15

صورت مست خيال، هُودم والي دا.
لڳڙا نينهن تي نقش نهال، هُودم والي دا.

1 چوڙ افلاڪ زمين تي ذاتي. قلب المومن يا چاتي جهاتي.
ڪَهل شيء قرب ڪمال، هُودم والي دا.

2 بيک بشر دا چولا پاڪر. تي سلطان سڏاوين چاڪر.
لايوئي درد دمال، هُودم والي دا.

3 احدَون عبد اَنا معبودي. مظهر مَلڪ مَلڪ مسجودي.
هويا واحد وچ وصال، هُودم والي دا.

4 خلق الآدم عليٰ صورت. اَلانساني مخفي مورت.
جلوي دار جمال، هُودم والي دا.

5 عين اثبات هَي انور احدي. ميم محمّد مظهر مهدي.
همدم حاضر حال، هُودم والي دا.

6 رخ رهبر دا حقيقت چاتين. "انور" موج الاهي ماتين.
بِلاميمي مثال، هُودم والي دا.

# ڪافي 16

ٿلهه: صورت دا سينگار، پلٽي پريم والي نين نظر دي،
عينان دا اسرار، لگ ڳئي سانون سيف صدر دي.

1. جڏان وت اکيان ڪرن اماري، سر عوشاقان دي مارو ماري،
ڪجليان ڪڙڪا پار، ڪيفي مارن ڪان قهر دي.

2. جو عوشاق اکيان تي هويا، سيج پلنگ تي مول نہ سويا،
بلڪل بي اختيار، چاون سر تي سانگ سفر دي.

3. تاب حسن دا جلوه جنگي، ناز نظاري آيا ننگي،
لائق لک هزار، بي سر تيئڙي باز بحر دي.

4. هوڪا هل حسن هوشياري، نوري هوندا يا هوندا ناري،
سارا جو سنسار، چا ڪيتس هڻ بردي در دي.

5. اکيان صورت وچ سجائان، سائي صورت يار دي چائان،
مهدي هي خود مختيار، ڪامل هادي قرب قلندر دي.

6. اکيان ويک ڏيوان مين قيرا، وچ اکيان دي يار دا ديرا،
ڪيتس شوق شڪار، ماريس مينون تير جگر دي.

7. مين قربان تيوان لک واري، بانان بڙڇيان برهہ بهاري،
دلبر دي ديدار، ايوين هوندي ني حال هجر دي.

8. حال حُسن دا شوق دي شعلي، جا دل ويکي سر تنهن جهولي،
وسدا وارَون وار، پـرڪـي ڏي ڪـر بـحـر اَبـر دي.

9. جڏان وَت سيف ڪيتا سنڪارا. آيا هي "انور" هَنڄ تيڏا وارا.
پير مغان دي پيار. وَنَحنُ اقرب قول ڪثر دي.

## ڪافي 17

ٿله: تُنهنجي نازن آهي نوايو مون کي،
سهڻي صورت اوهان جي ستايو مون کي.

1. تير ترڪش نيڻ نرگس، تيون ڪرن ڪجليون قهر،
تال طبلا تان تن مڻ، تار سين تڪبير تڪ،
مان اڳي قربن ڪُني، تو ڪُهايوآ مون کي.

2. درد دل ۾ دود دونهان، تا دکن دم دم اندر،
باه بلڪل بره تنهنجي جي، مون کي ساڙي سڄڻ،
سڙي ريو جيءُ جگر، تا جلايو مون کي.

3. ڦٽ فيراق جا گهڻا، آهيان ڦٽيل قاتل ڦٽي،
چاڪ چولي جي اندر، چاڪن ڪٽي چاڪ ڪيو،
هاٺي "انور" چوي تو ڇُنايو مون کي.

# ڪافي 18

ٿلھ: مون ڪي تا ماريِن، اشارا اکين جا.

1. حَوا آدم کي حڪم حُسن جو، پرت ونڊا پاڙين.

2. موسيٰ ربِّ ارني جي عنايت، جبل تا جالين.

3. ڇيو مِنصور اناالحق حق آ، سوليءَ تي چاڙھين.

4. امر عوشاقن آڏو عجيبن، ڏونگر تا ڏارين.

5. مست غذا جي غرض ۾ غازي، گھوٽ گھٽي گھارين.

6. ڪن قرباني عشق ۾ "انور"، وحدت ۾ وارين.

# ڪافي 19

**ٿلهه: اعليٰ عشق واريون ڳاڙهيون لال اکيون. جلوي نور جمال جلال اکيون.**

1. جاتي نظر ڪرن ٿيون نازن مان. پنهنجو پاڻ پسن پروازن مان.
آهن برد سندي ڪنهن بازن مان. ڪَرن ورهه وارا ڪي وصال اکيون.

2. آهي نازڪ نينهن نهارن ٿيون. وڃي مهمينن کي مارن ٿيون.
ماري جوڳي لک جيارين ٿيون. دانهه درد پَرينُون ڪي دلال اکيون.

3. اکيون عوشاقن کي اڙائين ٿيون. مڙگان تير هڻي تڙپائن ٿيون.
ڏاڍي چاهه چنبن ۾ ڇائن ٿيون. ڏين انحد وارو احوال اکيون.

4. آهي عشق وارن انصاف اکين. لائي لکن ۾ هڪ لعل لکن.
جنهن کي درد سندا داستان دکن. تنهن سان پاڻ ٿيون پَيمال اکيون.

5. سورهه صاف اکيون صفائي تي. وه وه وڻن ٿيون وفائي تي.
قربان قرب جي ڪمائي تي. نيزي نينهن مٿي ٿيون نهال اکيون.

6. اکيون ورهه واري ڪنهن وتاڻن تي. پربور برهه جي پاڻن تي.
مخمور رهن پنهنجي ماڻن تي. ڪيرن ڪوٽ قضا جا ڪمال اکيون.

7. احوال اکين انصاف آهي. جاتي ڪاهه ڪرن سو ڪاف آهي.
سارو ملڪ تنهن کي معاف آهي. آهن ٽرن برن ۾ بحال اکيون.

8. ساري ملڪ جي تن مختياري آ. اها برهه وارن ڪاڻ بهاري آ.
اناالحق اکين اختياري آ. رکن سوليءَ مٿي سنڀال اکيون.

9. دائم دم دم ديد ۾ دم "انور". اسرار اکين ۾ علم "انور".
ڪاٿي خواهش خوشي ڪاٿي غم "انور". ڪاٿي خوباڻ خبر ۾ خيال اکيون.

# ڪافي 20

ٿلهه: اهـــڙو عـــشـــق بـــهـــادر، آهـــي ڙي اديـــون.

1. هڪ بي حد بي اختياري، ٻيو خلق ساري جي خواري،
ٽيون سر ڏيڻ جي تياري، چوٿون پير نہ پوئتي هٽائي ڙي اديون.

2. هڪ ڪجليون آهن قهري، ٻيو تير هڻن ٽيون زهري،
ٽيون باز ٻُره جا بحري، چوٿون نازن سان نِوائي ڙي اديون.

3. هڪ حُسن بينو جَنگ جوڙي، ٻيو خيال خودي جا ڪوڙي،
ٽيون تير هڻي تو جوڙي، چوٿون سيني اندر سَٽڪائي ڙي اديون.

4. هڪ خيال خودي جا ڪائي، ٻيو ننگ ناموس وڃائي،
ٽيون جان جسم کي جلائي، چوٿون پتنگ جيان پچائي ڙي اديون.

5. هڪ شوق شيوَن جو شوري، ٻيو لاتائين اندرم لوري،
ٽيون جيءَ جهڄڻ جي جهوري، چوٿون "انور" سان تہ الائي ڙي اديون.

# ڪافي 21

ٿلھ: عشق جنھين کي لڳي وو لڳي، سور تنھين کي آھن سدائين.

1. ھڪ آدم ٻيو عزازيل . ڪير ٻنھي کي ٺڳي ووٺڳي.

2. آدم کي انڪار آ جنھن جو . ڏس داٿي کي وِيٺو دڳي وو دڳي.

3. توبھ ترڪ ڪيائين جنھن ڪان . ڪين ڇٽيس جند ڀڳي وو ڀڳي.

4. پاڻ ڪيائين پاڻ کي پڌرو . قول ھُيس اھو اڳي وو اڳي.

5. ٻانھپ واري ٻول ٻڌو آ . صورت واري سڳي وو سڳي.

6. "انور" ريءَ انسان جي آدم . ڪير ھِتي ٻيو تڳي وو تڳي.

# ڪافي 22

ٿلهه: آيو عشق اعليٰ عشاقن اندر ۾،
چڙهيا ناٽ نانگا نظاري نظر ۾.

1. ڪپر ڪات ڪوٻن ڪپايا ڪٽي تي،
جنگي جوش جولان جذبي جهٽي تي،
مدهوش مستي مهيسي مند ريم.

2. تيا مرد ميدان مظهر منادي،
انهي شوق شهباز ڪن شير شادي،
اظهار اعليٰ اشاري اثر ۾.

3. لنگ لال لاٽان لاهوتي لائي،
ٻسي پاڪ پنهنجو پڪو پيچ پائي،
ٻا ٻُوت ٻرسيا بقا جي بندر ۾.

4. جوڳي جُهنگ جڳ ۾ جلادن جاڳائي،
وڏيا سر وريامن جا وحدت وسائي،
ڪُڇن ڪين ڪوڏيا ڪسڻ جي ڪسر ۾.

5. جنهين جوش جاري قتل تن ڪاپاري،
سلطان سر جي رکن سڌ ساري،
مُڙيا ڪين مانجهي تيا عاشق امر ۾.

6. "انور" اندر عشق اعظم عشاقي،
مليو مست مئي مُلڪ مَلڪ و ميثاقي،
تيا صاف صوفي سالم صدر ۾.

# ڪافي 23

ٿلهه: عشق دي منزل بيشڪ ڀاري مرد ڪرن منظور ميان،
رندان ٻاجهون راز بره دا، سمجهه نہ چاڻن اور ميان.

1. عالم ٿيون علم ڪماون، واعظ نصيحت خلق سڻاون.
عشق بنا هي عمر وڃاون. سر دا سانگا ٿوڙ ميان.

2. عشق دي منزل عاشق چاڻن. عرش متي چا قدم اٺاون،
احديت دا ورد ڪماون، عاشق ويندي زور ميان.

3. شعر بناون ويس مٽاون، جوڳي نام سڏاون،
ملڪ ساري ديان خبران ڏيون. اوري منزل ڇوڙ ميان.

4. "الور" ٿيوين دو جڳ جيوين، ڳر تي پيالا مئي دا پيوين،
وچ اندر دي جهاتي پاوين، پڪڙ اندر دا چور ميان.

# ڪافي 24

ٿلهه: جـــن ڪـــي عِـشـــق اچـــي ڪـيـــو آهـــي تـــرڪ،
اهـــي ويـــا ٿـــي وصـــال جـــا ويـــڙهـــي ورق.

1. جاني سيف ڪيو سنڪار صحي، اُتي ڪوند ڪَٽي، تي آيا ڪامل ڪَهي.
وڃ تني لاحدم ۾ اهي لعل لهي، ڪم تيا غير غبار ۾ غازي غَرق.

2. جاني مڃ ته مرجو جو آهي بريو، اتي ڪاهه ڪري اچي ڪامل ڪريو.
پڇي ويس وصل ڪي ناهي وريو، آهي فائق فنا ڪيا فاني فرق.

3. جاني شوق شريعت جو شور ٿيو، آتي ذوق ذري جو زور پيو.
هاتي گهوٽ اچي سر گهور ڪيو، پڳي اَناالحق جي يار اٽڪ.

4. جيڪي جوڙ جنگين جي جوڙن تا، آهي نات نشان ڪي ڪوڙن تا.
"انور" مالڪ منهن نه موڙن تا، آهي اوري ڇڏي ويا اَنَاالحق.

# ڪافي 25

ٿلهه: جنهن کي عشق چڙهيو آ ثابت سَر،
جهاڳي جهنگ پَنڌيون ۽ ٿل ڏونگر.

1. مجنون مست ٿيو مستانو، عشق تنهين کي ڪيو آ ديوانو،
ليليٰ خاطر بيٺو آ بَر.

2. عشق لڏايا منجهان مديني، سورهيه صاف هيا سي سيني،
ڪربل ۾ ٿيئڙو ڪيس قهر.

3. عشق ڪُهايو سو رهيُ سرمد، لال لهو ۾ وجي ٿيو لاحد،
ڪات ڪُلهن تي ٽِڪڙي تبر.

4. شيرين خاطر فرهاد فدا ٿيو، هوش عقل تَنهن جو سارو هليو ويو،
ڪاٽ سان عاشق ٿڪيو آ ٽَڪر.

5. رانجهن تخت هزاري جو مالڪ، تنها ٿيئڙو تخت کان تارڪ،
چاڪ ٿيو آ چُوچڪ در.

6. مومل ماڙيون محل اَڏايا، ڪامڻ قربون ڪيئي ته ڪُهايا،
عشق پڳس سيِ ماڻ مڪر.

7. "انور" برهه ڪيو آ بيڪس، جانب لاءِ مون ڪين جو جاڳيس،
سانگ پيو مون کي آهي سفر.

# ڪافي 26

ٿله: **ديدار عشق واري، ديوان ڪيو اسان ڪي،**
**مخمور مگن مستي، مستان ڪيو اسان ڪي.**

1. عينن سنڌي اشاري، بيحد برھ بھاري،
توحيد جي تنواري، طولان ڪيو اسان ڪي.

2. عاشق عوشاق عالِي، قربان ٿيا ڪمالي،
مالڪ اصل موالِي، مردان ڪيو اسان ڪي.

3. لاشڪ لقب لَقائِي، بيشڪ برھ بَقائِي،
"انور" اندر صَفائِي، سلطان ڪيو اسان ڪي.

# ڪافي 27

ٿلهه: اسرار عشق واري، اظهار ڪيو اسان ڪي،
مئيخان ۾ مدامي، مهندار ڪيو اسان ڪي.

1. بيرنگ برھ بقالي، مستي ۾ هون موالي،
جُگ جُگ اندر حلالي، جنسار ڪيو اسان ڪي.

2. توحيد تن تنوارن، منصور جان پڪارن،
ڏرڏو ڏڪر ڏڪارن، سردار ڪيو اسان ڪي.

3. لاانتب لاثاني، مستي مگن سماني،
عاشق انهي نيشاني، نروار ڪيو اسان ڪي

4. الفؤن الف الاهي، تيو سوڻ شهنشاهي،
"انور" سخن سچائي ـــ دا، ڪم اساز ڪي

# کافي 28

ٹلھ: آیا عشق حُسن آفات کنوں،
سارا سَیر صفات دي ذات کنوں.

1. شاہ کتان ھي گدا کتان. ناز کتان ھي فدا کتان.
جمع کتان ھي جدا کتان، کتان نینھن نفي اثبات کنوں.

2. کتان جوان جنگي بڻ جھاد کري، کتان بربادي کون آباد کري،
کتان ڳاني گھوٹ وَل شادکري، اِھو قرب کیتس سرکات کنوں.

3. شھنشاہ شبیر کتان. آیا ملک مدیني دا میر کتان.
ھو یا جھنگل سارا جاگیر کتان. تیڑا ناز نواز دا نات کنوں.

4. جتان شیر کرن شکار اِھو. اتان محبت دا مارو مار اِھو،
دائم دلبر دا دیدار اِھو. اتان حکم آیا ھک رات کنوں.

5. نینھن نسنگ دا نیشان آیا. اھو منصوري میدان آیا.
صاحب سولي اتي سلطان آیا. لائق لاشک والي لات کنوں.

6. جڈان الست والا آواز کیتس. نیزي نینھن دي ول ناز کیتس،
اتان شائق ساري شھباز کیتس، جڈان پرھ قُنّي پریات کنوں.

7. "انور" حق ھوشیاري دا. صاحب سولي اتي ھسواري دا.
ملیا مُلک اھو مختیاري دا. جند جُٹ پئي دلق درجات کنوں.

# ڪافي 29

ٿلهہ: عشق ڪيو اثبات اسان کي، برهہ ڪيو بيران.

1. آدم تڙيوترت تنهين ڪان، داڻي خاطر ديوان.

2. موسيٰ وَيئڙو طور جبل تي، تجلي ڪيو تالان.

3. يوسف ڪارڻ ڪيو زُهد زليخان، ڪوهہ ڏسي ڪنعان.

4. عرش متي ويو عيسيٰ اعظم، نوح چڙهيو طوفان.

5. عشق بيهاريا بر ۾ بيشڪ، مجني جهڙا مستان.

6. ڪاڪل وٽ اچي قيد ٿيو آ، سارو سر صنعان.

7. ڪيئي تہ وڃيا وِير وصل ۾، سرمد جهڙا سلطان.

8. منصور جهڙا مرد مَٿيءَ تي، اناالحق آشيان.

9. نات چڙهيا نروار نظاري، نيزي سر نيشان.

10. بر ۾ بينڪ بيراڳين جي، حيرت ڪيا حيران.

11. موتو قبلل مرد "مگن" ٿيا، مالڪ سي مَئيخان.

# ڪافي 30

لهه: ڪيو عشق مون کي اظهار عَلم، اختيار اسم اعتبار عدم.

1. احدؤن عبد تي آدم آيم. بار برھ جوسر تي چايم.
آن ڪڏايم ڪُن تي قدم.

2. لال لهو ڪانِ لحم لاثاني. نينهن نشي جي نظر نيشاني،
غالب هون ڳُن گيان ۾ گم.

3. ناھ نفي ۾ نيشان ٿيو منهنجو. پاڪ پسڻ پريشان آ پنهنجو.
اثبات اشارو "انوار" اُمَم.

# ڪافي 31

ٿلهه: ها جهاد عشق ۾، عاشق اچي ڪوپا ڪُسن،
هادي سندي هن حال تي، هوشيار ٿي حاذق هسن.

1. ڪُٺي تي سي قائلا، سر ڏين ٿا سائلا.
محبتي ٿيا مائلا، مرد سي مانجهي مچن.

2. سر جنين سينگاريا، اڏي تي سي آريا.
وحدت ۾ سي واريا، وير سي واپار ڪن.

3. نينهن جي نيزي چڙهي، دادلن لاٿي ڏڙي،
الحمدالله جي پڙهي، انصاف سان اوڏا اچن.

4. "انور" سر اظهار آ، محبوب جو ديدار آ.
سر ڏين سينگار آ، ثابت مٿي ساقي سچن.

# ڪافي 32

ٿلهه: ٽُنهنجي عشق وارا ڇاتَـؤن بار سارا،
ڏسي سي نظارا، سڙي ٿيا ڪباب.

1. ملامت خواري ڇائي سر تي ساري،
ڪَيِـن عشق سواري، لاٿائون حجاب.

2. بيائي ڪي ٻوڙي، ڇڏن تا جو لوڙهي،
بينا جاء جوڙي، سٺي ڏوهہ ثواب.

3. ڪفر حد فدائي، مجنون مولائي،
صيقل سودائي، تَـري ويا نـواب.

4. "انور" سر ڏنائون، ائين پئي ڇيائون،
پڙهي جي ڏنائون، برهہ جو ڪتاب.

# ڪافي 33

ٿلهه: ٿُنهنجي عشق حُسن شهباز. مونکي نواب ڪيو.

1. رُخ اوهان جي رهبر سائين، مست ڪيو آ مون کي سدائين،
نازن جا تي نواز ڪُهي جي ڪباب ڪيو.

2. برهه اوهان جو بيرنگ بازي، رند رهن ٿا رضا تي راضي،
سوليءَ واري سُر ساز اَنَا الحق جواب ڪيو.

3. جن آ ڄاتو تن آ پاتو، عشق اوهان جي جذهن سجاتو،
تذهن ڪَيُم پرواز اسم عقاب ڪيو.

4. بحر عميق بره بيرنگ آ، موج تو ماڻي مست ملنگ آ،
غازين سندي غماز مِثل حي حُباب ڪيو.

5. "انور" عاشق خود آ خالق، مُلڪ مڙين جو مولا مالڪ،
روشن رمز جي راز اچي مهتاب ڪيو.

# ڪافي 34

ٿلهه: ٿُنهنجي عشق سنڌي امداد، اڄي نروار ڪيو.

1. سِر جو سودو ڪرن سپاهي، شاه وڏائي پنهنجي شاهي،
ظاهر ڪري هي ناد علي آذار ڪيو.

2. سِر جو سانگو لاهي هليا، مرد اڄي ميدان ۾ مَلهيا،
جوڳين ساڻ جهاد ننگي تلوار ڪيو.

3. منصور اَنَا الحق ڪيو آ ثابت، مرد ڪي موهيو پنهنجي محبت،
سارو ملڪ آباد متي تنهن دار ڪيو.

4. حُسن ۾ هادي ڳم تيا غازي، توڙي هدايت ڪرن پيا قاضي،
عاشق اڄي فرهاد پنهنجو سِرشار ڪيو.

5. سامي ۽ سَير جا سونهان سالڪ، "انور" بيرنگ بحر ۾ بيشڪ،
محبت ڪيا هن ماد تاڳهي نيئي تار ڪيو.

# كافي 35

ٺله: عشق لڳم اڪسير، ڪيو آ ظهورو ذات قديمي.

1. ڪيئن حُسن ڪيو حملو حق تي، ثابت ڪيائين تصوير،
انَا احمَد بلاميمي.

2. خلق الآدم علىٰ صورته، صاحب سميعٌ بَصير،
خالق ٿيو آ خاص خديمي.

3. الانسان سري وانا سره، ڪُلِ شيءٍ قدير،
ناز تَنهن جو نثر نظيمي.

4. ونفخت فيهِ مِن الرُوحي وارو، "انور" شاه امير،
صحي سلطان ٿيو آ عرب عجيمي.

# ڪافي 36

ٿلهه: عشق سندو اسرار، ريءَ ڏِسڻ جي وه ڏِسجي ٿو.

1. بي مثل کي مثل جون موجان، عشق الهڻ جون چڙهيون هن فوجان
سورهه سر سردار، بِن ڪسڻ جي وه ڪُسجي ٿو.

2. جيڪو ناهي سوئي آهي، ظاهر باطن ڇاهي ڇاهي،
لاهڻ هوشيار، ڪين پسڻ سان وه پسجي ٿو.

3. ياد اهو ئي جيڪو وسري، نفي منجهان ٿِو نانگو نسري،
آڳاهون اعتبار، روئڻ مان وري هاڻي هسجي ٿو.

4. ڪين هيس مون هاڻي پيس لڪجي، نالو "انور" آيم رڪجي،
مئيخاني مختيار، ناهي ڏسيل سو اڄ ڏسجي ٿو.

# ڪافي 37

ٿلهه: عشق لڳا دل پاڪ ٿيو سي، بي پاڪون پاڪ نظر دا هـُو.

1. عشق لڳا سانون خيال آيا هي، اهو خيالـَون خيال نہ مـَردا هو.

2. بـرهـ بقـا بـاالله بشر وچ، اهو بشر حـُباب بـحر دا هـُو.

3. ڏونـهيـن جهان حيات رهيو سي، اهو حال حيات حشر دا هـُو.

4. صاحبڏني سردار چا ڪيتا، سـِر اَنـّاالحق "انور" دا هـُو.

# ڪافي 38

ٿله: عشق لڳئي ته ٿي اظهار، مستَ شرع سان تُنهنجو ڇا هي.

1. پي شراب ڪر شوق شاهانا. ڪُفر قُدسي منجهه آشيانه.
رند رضا تي رَهُه هوشيار.

2. ظاهر باطن ذات حقيقي، غير ناهي ڪو آ تحقيقي،
مظهر نور نينهن نظار.

3. أناالڪافر حق موجودي، بُت ڪده مَن سِر سجودي،
ٽوڙ تسبيحان ڳل ذوق ڏُنار.

4. خلق الآدم عَليٰ صورت، الانساني منجهه سڪونت،
رندي مَشرب تي اعتبار.

5. سيني سير صفا ڪر سالڪ، آهين "انور" تون خود مالڪ،
تو ۾ نگري تو ۾ سنسار.

# ڪافي 39

ٿله: آهي عشق اديون اسرار اصل، ديدار حُسن جو ٿيو پلپل.

1. نات نظر آ نينهن نظارو، عشق عڪس اثبات اشارو،
تار توحيدي وڳو تان طبل.

2. من مگن ٿيو مست مهيسِي، راز رضا ملي رمز جي رئيسي،
رند رقص جي رهيا روز رمل.

3. پاڻ پسي تيس پسڻ پَڇائي، ثابت پنهنجو سر سڃائي،
"انور" اعظم عين اَنل.

# ڪافي 40

ٿلهه: آهي عشق اصل اثبات عڪس، رسمات رِندي جي راز ۾ رَس.

1. طبل توحيدي تجلات طُولاني، سير سَلم سلطان آ ثاني،
رمز رموزي آ رِيت رَقَص.

2. نينهن نشي نيشان نظاري، پاڪ پسڻ جي پُر تيا پساري،
اهي هادي ڪن تا حق سان حدث.

3. سالم سر سبحان تيو سارو، "انور" عاشق عين اشارو،
منجهه ويراڳ جي وحدت وس.

# ڪافي 41

ٿلهه: تنهنجي عشق سچڻ آباد ڪيم، ويو حال سودائي سرشاد ٿيم.

1. تُنهنجو عشق لڳو هَول حجاب ڀڳو، سر تي تاج سلطاني پاتم سڪ جو سڳو.
رندي راڳ رڳن ۾ هڪ تون اُن رڳو. ان ڪان اڳ اصل !هو داد هيم.

2. تنهنجو نينهن نسنگ ٿيڙم مست ملنگ، وَڏيم وحدت سان ورهه وارو ونگ.
لڪيو لامڪاني الستي آيم انگ. اسم اَنَاالحق ارشاد ٿيم.

3. "انور" اسم اعظم ڏيدان دم دم. هڪ ٿيو حال سچو آهيان ساقي صنم.
قدسي ڪرسي آ منهنجي سارو لوح قلم. پنهنجي پاڻ پسڻ جو پهه ڪو ياد پيم.

# ڪافي 42

ٿلهه: عشق جي آزار جي، ڪَل ڪان هئي توکي سڄي.

1. خواري ۽ نيزاري تو بيقراري ڪري عشق پل پل،
رهي عاشق تو پهريون اول لوڪن ڪان لڄي.

2. ڪئي خرابي خرابت جي گهمائي عشق خَلقت ۾،
نيائڻ تورڙ تائين تنهن سان وجن ٿا خيال سي ڪڄي.

3. ٻيائي عشق تو ٻوڙي، خودي جا خيال سي ٽوڙي،
اڏي ڪي وينو جوڙي، نقارو نينهن جو ويو وڄي.

4. چوي "انور" اهو آڙاهه. ٻري عاشق لئه تي ٻاهه،
ڪري اچي ڪوئي ڪاهه. ٻره جي ٻاهه ۾ پيو پڃي.

# ڪافي 43

ٿلهه: آيـو عـشق آهـي سوپـارو انـدر ۾،
گهمي روز گهڻيون ويچارو پڌر ۾.

1. لـئون عـشق لائـي، ڪري تو گدائي،
ٿيو حال سودائـي، ڪو چارو اندرم.

2. ٿيـو حال فـراقـي، ڪـيو عشق ياڪي،
ڏئي جام ساقي، مونجهارو اندر ۾.

3. لـڳـو عـشق "انـور"، سڀ حال پرور،
تنهنجو نينهن نـرمل، نظارو اندر ۾.

# ڪافي 44

ٿلھ: لڳو عشق سرتيون برھ باھ ٻاري،
هميشھ عاشقن کي نيڻن جي نظاري،

1. حسن هاڪ حيرت سهڻن ستايو،
لٽي منهنجي ويڙا، دلڙي پياري.

2. تکا تير تازا، لڳا سيني منهنجي،
ڪونهي عيش عشرت، اصل کان آزاري.

3. اوجاڳا اکين کي، تا جهورن جگر کي.
ناهي ننڊ نيڻن کي، آهي بيقراري.

4. ڦريون پيار سهڻا، ڏين تا هي "انور"،
وري منهن لڪائي، ڪرن تا بيزاري.

# ڪافي 45

ٿلهه: توسان عشق انجام، يار جي سانگي.

1. ڪربل جي ميدان ۾ مالڪ. عربي شاهه امام.

2. ڪيئين بيهاريوئي برم بيشڪ. مجنون مست مدام.

3. سرمد صوفي سيس ڪپايو، پنهنجي قول ڪلام.

4. گهاٽي گهوٽ گهمايوئي بلاول. طالب ترت تمام.

5. "انور" سائين پول پَڌو آ. ديدن واري دام.

# ڪافي 46

ٿلهه: جاٽي عشق سندو آڙ اهه ڏنم، اٽي پروازي بي پاهه ڏنم.

1. لوڙهي لاحد جا لنگدار لڪين. هاٿي ياد ڪرن تا يار لڪين.
ڏسي برهه وارا اهي بار لڪين. قائم قادر ڪل ارواح ڏنم.

2. انهي سوز برهه جو سير ڪيم. ونحن اقرب تي اچي پير پيم.
هڪ يار بنا پيو ڪونه هيم. سارو محبت جو منزل گاهه ڏنم.

3. سيني "انور" جي ميدان ڏنم. اٽي نينهن سندو ڪو نيشان ڏنم.
اٽي ويئل هڪڙو جوان ڏنم. نالي مست قلندر شاهه ڏنم.

## ڪافي 47

ٽلهه: ڪعبو عشق اسان جو آهي، ٻئي سان منهنجو ڇاهي.

1. عشق جي پڙم آن پيوسي، ڏيون سر اڏي تي لاهي.

2. مسجد مندر عشق کي پانيون، ويهون سر اڳيان نوائي.

3. عشق جا طالب اڇي ٿياسين، منصوري سبق پڙهائي.

4. "انور" عشق اسان تي آيو، بي سر پاڻ سڏائي.

## ڪافي 48

ٽلهه: اسان عشق اوقات اُمر دي، وچ ڪار قتل قلزم دي.

1. سر نيزي ناث نسنگ هون، مَئيدار مندر تي ملنگ هون.
پئيمال پسڻ تي پتنگ هون، هون اعليٰ اسم علم دي.

2. سر ساز صفا سرواهي، هي اڪبر اسم الاهي.
هَي شوق شرابي شاهي، گُن گوهر غواص اگم دي.

3. هون ساقي ساغر سردا، نيشان نظاري نظر دا.
هي ڪات ڪلال ڪثر دا، هن دائم دوُر هي دم دي.

4. وچ بحر عميق دي "انور"، هوشيار حڪم هَي هَر هَر،
مخمور مگن مَئي مظهر، اسرار اسم اعظم دي.

# ڪافي 49

ٿلهه: بيحد برهہ بقائي، برحال آ اسان جو،
سالم سخن سچائي، سِر سوال آ اسان جو.

1. نانگا نفي نسنگي، جوڳي جلال جنگي،
مستان ٿيا ملنگي، مَئي مال آ اسان جو.

2. مالڪ مڪان مستي، وحدت وصال وستي،
خاڪي خمار خستي، خود خيال آ اسان جو.

3. الثا الث ألاوڻ، سالم سخن سڻاوڻ،
"انور" عجيب آوڻ، احوال آ اسان جو.

# ڪافي 50

ٿلهہ: سارو بار برهہ جو چائيان آءٌ. هَر صورت سيَر سمايان آءٌ.

1. ڪري ڪوهي ڪير ڪلاهہ آيم. ڪڏي ڪات ڪلالي ڪاهہ آيم.
هاڻي قرب ڪمالي ڪماهہ آيم. اِهو ڪُن تي قدم ڪڏايان آءٌ.

2. آيو عشق عجب اسرار عَلم. سلطان تي ساقي صاف سَلم.
پئمال پسڻ جي پاڪ پدم. ڪاهي قلزم قدح ڪمايان آءٌ.

3. نيهي نات نظاري نام نسنگ. منصور مَنّيءِ تي مرد ملنگ.
پروانا پڙ ۾ پچن پتنگ. جَپي جذب جلالي جلايان آءٌ.

4. مَئي مندر مُدامي منڊائي هُون. مستان مهيسي مائي هُون.
مدهوش مَنادي ملائي هُون. مخمور مگن تي مَلهايان آءٌ.

5. "انور" اسم اظهار آيو. اسرار عَلم اعتبار آيو.
تي جوڳي جڳ جنسار آيو. منجهہ جسم جمال جڳايان آءٌ.

# ڪافي 51

ٿلهه:  اڄ برهه واري ڪا بهاري آ، ساري سَير سِر جي سرداري آ.

1. قدح ڪلالي ڪمالي قائم، دم دم جو ديدار آ دائم،
مَئي سندي مختياري آ.

2. منجهه جلالي جذب جمالي. نات نظر نروار نرالي،
سُرت سَلم سِر ساري آ.

3. شوق شِتابي شور شاهانه، مست ملنگ مالڪ مئيخانه،
"انـــوار" ألاختياري آ.

# ڪافي 52

ٿله: بـيحـد بـرهہ بـحـالـي، بـازي بـنـاوڻ هـُـو هـُـو.

1. سالم سير صفا تي صادق، صوفي سر سلطاني،
نيهي ناث نظر دي نرمل، نادر نينهن نيشاني،
وحدت والـي وصـالـي، ثـابـت سـمـاوڻ هـو هـو.

2. ملڪ مگن مخمور مهيسي، مرد رهن مَئيخاني،
محڪم مَئي مدام مَٽ تي، مست اصل مستاني،
قـائـم قـدح ڪـلالـي، قـلـب ڪـمـاوڻ هـو هـو.

3. اعظم عين عوشاقي اعلىٰ، "انور" سر اظهارا،
بيشڪ بيڪ بنائـي بشـري، بار غبار بهـارا،
جـوڳـي جـُنـگ جلالي، جسم جڳاوڻ هـُـو هـُـو.

# ڪافي 53

ٿلهه: تنهنجي بره ڪيو آ بيمار مٺا، دارون درد منهنجي جو ديدار مٺا.

1. آيو ورهه وري ٿيڙيس يار ڇري، توريءِ دلبر منهنجي ڪانهه سَري،
مِلِ محب مٺا ويندس يار مري، ڏڙ ڏار ٿيندو سِر ڏار مٺا.

2. جاڪون پُور پيو سارو هوش ويو، دائم درد پنهل هي دل ۾ رهيو،
ڪيڏو قرب سڄڻ تو سلطان ڪيو، ٿورا لک ته اوهان جا هزار مٺا.

3. تنهنجي نينهن ڪيو آ نيشان مٺا، تنهنجي محبت ڪيو آ مستان مٺا،
سِر ساهه ڪريان قربان مٺا، سارو مال مڏيون گهر ٻار مٺا.

4. تنهنجي طلب سندا آهن تير لڪين، مارن محبت ۾ مهمير لڪين،
نيٽين نار وهايان نير لڪين، سُڻ صاحبڏنه سردار مٺا.

5. سيني سانگ هٽي ڏنئي طلب ٽٽي، جيڪي محب اوهان کي يار وٽي،
گهايل گهوٽ اوهان جي گُهورن گهٽي، آهي هي ته نماٽي نادار مٺا.

6. سينو سوز اوهان جي ۾ ويو آ سڙي، دانهون روز ڪريان دردن لاٽي ڏڙي،
منهنجي ڪانهه سري هاٽي هڪڙي گهڙي، هيڪر آءِ هَلي هڪ وار مٺا.

7. مون تي بار نه رک تون جدائي جو، واعدو ڪر تون وصل وفائي جو،
ساقيءِ يار آهين تون هِن سودائي جو، آهين عشق وارن جو آڌار مٺا.

8. ماڻا محب نه ڪر مشتاق آهيان، جاڪرن عشق لڳو عوشاق آهيان،
خادم در تنهنجي جو چاڪ آهيان، نازڪ نيڻ ڪٺي تون نهار مٺا.

9. ماندي روز گھمان لايون درد ڏمان، نيٽين ننڊ ناهي توڙي سيج سمهان،
مِـل يار مون کي تنهنجا قدم چُمان، ڏنئي ورهہ وڇوڙي جو واپار منا.

10. مون کي ڪين وڻن ماڙيون محل مڏيون، آهي اوتارا جيڪي ڪوهہ ڪڏيون،
وَت يار اسان کي گھوٽ گڏيون، جيئڻ توڪان سواءِ لاچار منا.

11. ويٺين وستي شهر ٻر اوطاق اڏيون، آهي طلب اوهان جي تاڻ تڏيون،
توکي ياد ڪرن ٿيون جانب جڏيون، اچي مِـل تون محب منٺار منا.

12. جيڪو دل منهنجي جو ميدان آهي، سارو دردن جو داستان آهي،
لکي چا هي لکي جو انسان آهي، تنهنجي عشق سندو اسرار منا.

13. اهو عشق چوان يا عذاب چوان، اهو ناز چوان يا ثواب چوان،
اهو بحر چوان يا حُباب چوان، توڙي تاگھو هجي [illegible] منا.

14. توڙي قرب ڪرين يا ڪمدار ڪرين، سارو لائق اوناز جو [illegible] ڪري
مدهوش ڪرين يا هوشيار ڪرين، آهيان ڳل تہ اوڏهن [illegible] منا

15. اهو "انـــور" سگ دربـان آهـي، قربان ساري [illegible] ٿئي
هـي تہ پروازي پـروان آهـي، محبت مڇ ڏسي ٿيو مختيار منا.

# ڪافي 54

ٿلهه: نشو نينهن تنهنجو منهنجو رام ٿون آن،
پيالو پريمي جل جام ٿون آن.

1. زبر، زير ۽ پيش، نقطن نوايو،
حقيقت هڪو هڪ، الف لام ٿون آن.

2. مڙهي مسجد مندر، دئاري ۾ دلبر،
سڏيان ڪنهن کي ڪرشن، ڀڳوان ٿون آن.

3. مڪو تيرٿ تڪيو، توُڪل تمامي،
سارو ملڪ مدينو، ملتان ٿون آن.

4. آيو عشق "انور"، سر تي جو سهڻل،
منهنجو نينهن ناتو، نيشان ٿون آن.

# ڪافي 55

ٿلھ: نينھن اصل نيشان آ، ساقيءَ سر سلطان آ،
مالڪ سو مئيخان آ، پاڪ پسڻ پَيمان آ.

1. ڏي منصوري مام حق، جوڳ جلادن جام حق،
عشق آهي امام حق، سوليءَ جو سامان آ.

2. جنهن سر آيو نينھن نسنگي، سورهہ بيهندا ڪين سنگي،
جاري ڪن جهاد جنگي، مست مگن مستان آ.

3. عشق عڪس آفات ٿيو، نات نفي اثبات ٿيو،
ذوق ظهورو ذات ٿيو، عين اسم آشيان آ.

4. عين اسم "انوار" احد، سِر ٿيو سردار صمد،
اظهاري اظهار بُلند، بي خود بات بيان آ.

# ڪافي 56

ٽله: نينهن جي نادار کي نروار ڪر نروار ڪر،
عشق اعظم جي عطا اظهار ڪر اظهار ڪر.

1. سڪ اصل سالم صدر، آهي اندر آهي اندر،
طلب واري جي تکي تلوار ڪر تلوار ڪر.

2. عشق تنهنجي کي نہ ڄاڻن، سي اصل آهن انڌا،
هڪدم حقيقت جو حڪم، هسوار ڪر هسوار ڪر.

3. برھ بي پرواھ بيشڪ، ڪيو بهادر منجهہ بحر،
غازي غواصن جي غلب، غبار ڪر غبار ڪر.

4. پيرِ مغان پڳدار پرور، جي پسڻ پرواز ڪيو،
هادي همايت جي هڪل، هڪ وار ڪر هڪ وار ڪر.

5. رمز جي رئيسي رضا، خيال جي خاني خبر،
سير سالم ٿيو صفا، سردار ڪر سردار ڪر.

6. "انور" عوشاقي عشق تنهنجي، ڪيو اصل آهي علم،
ملڪ ساري جو مٽا، مختيار ڪر مختيار ڪر.

# كافي 57

ٿلهه: نئون نينهن لڳو دلبر توسان وَري،
ڪملي عشق ڪيو مونکي آهي ڇري.

1. خلق الآدم عَلىٰ صورت، اَلاِنسان ڄئي منهنجي سِري.

2. فَاذڪُرُونِي اَذڪُرُڪُم، بِيون وايون سڀ ويون وسِري.

3. توکان سواءِ ٻيو ڪير آ منهنجو، کول نِقاب تي نِسنگ نِسري.

4. "انور" اکَڙيون تُنهنجي ڏسڻ لئہ، رَهبر ڪر ڪا رُخَ رَهبري.

# ڪافي 58

ٿلهه: نينهن رکي نہ نَس نَس، ناٿ نظاري نروار ٿي آئين.

1. بحر بدل تي برهہ جون بونداں، وحدت واري وس وس.

2. ناتو نيائن نادر نيهي، جوڳي آئي جَس جَس.

3. طالب تڪين ۾ روز تنواران، ناهي برهہ کي بس بس.

4. بحر عميق واري بيخود باهِي، حال حقيقت هس هس.

5. ويراڳين کي واٽ وصل جي، ڏونگر ڏيو ڏس ڏس.

6. پيرل پرت پلڪ ۾ پنهنجو، پاڻ منجهارون پَس پَس.

7. سير سعيدن صاف ساموندي، لهرن جي آ لس لس.

8. اڙد اوڙاهہ اسرار الاهي، رمز رندي ۾ رس رس.

9. باغ بدر برسات ۾ بلڪل، چلت چمن ۾ چس چس.

10. "انور" قائم ڪُن قلزم ۾. قرب وارن کي ڪس ڪس.

# ڪافي 59

ٿلهه: تولئہ پڇن پڳت پئي ڪردي، گولي رام نام پئي ڏردي.

1. گنگا وچ اشنان ڪيتوسي، جمنا هڪو رنگ ڏنو سي،
عشق دا پيالا آن پيتو سي، نينهن نشي وچ ڪڙدي.

2. برهمڻ بن ڪر ڪيتوسي بندگي، مالڪ دي جيئن رضامندگي،
عشق ڪون چا ڪيتوسي سنگتي، دل درد فيراق وچ سڙدي.

3. تار الف ذي وڃي تازي، هڪو الف ٿيسي راضي،
غرض نهين ڪوئي ملان قاضي، دل "انور" الف پڙهدي.

# ڪافي 60

ٿلهه: عاشق اچن ٿا اوڄتي، ڪوپا ڪيئون ڪاپار ميان،
نانگا نظاري ناٿ جي، نيهي ٿيا نرواز ميان.

1. شوق شرابي شور جي، اهي شائق ڪن شڪار ميان،
ساقي سندو سر وٺي، پوءِ سر ڏين سچار ميان.

2. ميدان جن ملهايو، مالڪ سي مختيار ميان،
سر ڏين ٿا سيگهه ۾، سورهه سي سردار ميان.

3. هادي سندي هن حال تي، همدم تي هوشيار ميان،
دانهه ڪن ٿا دائما، ذڙ سسيءَ ڪان ذار ميان.

4. طالب تڪيو طلب جو، اتي چا ڪندي تلوار ميان،
غازين منجهان غيب جو، ٿيو غذا جو غبار ميان.

5. آيا جهاد جذب ۾، جوڳي ڪري جنسار ميان،
پسي ڏنائون پاڻ ۾، ڪري پڙ مٿي پچار ميان.

6. ويجها ٿيا وصال ڪي، وحدهٔ واپار ميان،
مٿي ويراڳن جي ٿيو، وحدت جو وسڪار ميان.

7. عاشقن انصاف ٿيو، اناالحق اقرار ميان،
انهي اشاري آيو، "انور" تي اعتبار ميان.

# ڪافي 61

ٿلهه: عاشق بي پرواه، مالڪ مُلڪ رضا دي،
ڳهن ڪر ٽردي ني راه، مالڪ مُلڪ رضا دي.

1. العشق ناراً سيني ٻلدي، روز ازل دي نهين اڄ ڪلهه دي،
برهه والڙي ٻاهه.

2. مرد ميدان محبت والي، سورهيه سرڙا ڪرن حوالي،
فِي سبيل الله.

3. راز حقيقت دي وڃ هادي، الست بربّڪم ڪرن مُنادي،
قالو بليٰ ڪاهون ڪاهه.

4. ناز نياز نفي اِثباتي، خَلقَ الاَشياء مِن ڪُل ذاتي،
ارض متي ارواح.

5. مست خيال "علي انور" دا، بحر عنايت خاص خُمرُ دا.
شائق شهنشاهه.

# ڪافي 62

ٿلهه: عاشق ڪر منظور، يار جي خاطر.

1. سر حُسينؑ ابنِ علي جو، ڏڄ ڪان ٿيئڙو دور.

2. انا الحق چئي آٿي چڙهيو آ. سولي تي منصور.

3. شمس الحق ڏني شوق مان شائق، ڪلڙي خاص ضرور.

4. شاهه عنايت صوفي وڍيو، وحدت ۾ وهلور.

5. "انورسائين" ڪر تون ڪُسڻ جي، ڏيدن جي دستور.

# ڪافي 63

ٿلهه: عاشق خيال جڳاوين، تون ڪماوين، جيوين قرب قلوبي.

1. وَنحن اقرب سَير سيوئي، جهات اندر وڃ پاوين.

2. ڪعبہ هَي بُت خانہ پردي، ٻئي در ڪين واجهاوين.

3. "انور" سائين خود مستي وچ، آپ ڪون الله سڏاوين.

# ڪافي 64

ٿلهه: عاشق ٿي اظهار، مست اچي مَئيخاني مالڪ.

1. اَلانسان سري جو سارو، نادر هڻ تون نينهن جو نعرو،
واعدو واڻ وصالي وارو، قول ڪَيئي اقرار،
خود خيالي خاني خالق.

2. جو دم آهي دم دم دائم، قول اَنّالحق تي آ قائم،
پاڻ سڃاڻي پاڻ ٿي آيم، سولي تي سردار،
ثابت اعظم شاني سالڪ.

3. جڏهن پسڻ اچي پنهنجو پاتم، هر جاءِ حاضر پاڻ کي ڄاتم،
لا جي لا سان لا ڪي لاتم، عين اسم "انوار"،
برهه بقا بوسپتاني بيشڪ.

# ڪافي 65

ٿلهه: آعـاشـق مـيـدان ۾ پيهي، سـر ڏيـڻ تـون ٻـڪ وويـار.

1. ميهر پنهنجو ويهه نـ وساري، توڪل ترهو هرگز تاري،
تار هجي توڙي تڪ وويار.

2. دام دوئي جو عاشق ڇڏ تون، مَـن پنهنجو محبوب سان گڏ تون،
لوڪ ڏسي نـ لڪ وويار.

3. مام مُـڙڻ جي ڇڏ تون ماري، پنهنجو پاڻ ڪي ويهه نـ وساري،
اڳي وڏائج وِڪ وويار.

4. "انور" هڻ تون نينهن جو نعرو، اَنـاالحق چئي ڪر تون پَسارو،
هڪ سان ٿي وَڃ هڪُ وويار.

# ڪافي 66

ٿلهہ: سڻ صادق ڏي سر يار کي، ڪر نيزي مٿي نيشان.

1. ڪين مڙج منصور تي، سولي ڪان سلطان.

2. ڪوپا ڪنڌ ڪَٽي تي، ڪوري ڪج قربان.

3. حاذق هَڻ تون حلق تي، تبَر جا طُولان.

4. سرواهيون تہ سچن لاءِ، سات پريا سامان.

5. هڻ هڪل هوشيار تي، عشق سندي ايوان.

6. شير بهادر شوق جا، شائق شاهہ مردان.

7. منگهن سائين آءُ اچي ڏِس، "انور" جا آشيان.

# ڪافي 67

ٿله: جيڪي ڪيو آ جن ، واهه واهه جي عاشقن.

1. الله پاڻ آيو اولي جي آدمين،
حُسن جي حيرت اندر، ڦاٿو آ صورتن.

2. آدم داڻو ڪاڌو حوا جي حڪمن،
ڪين ڏنائين ڪنهن ڏي، توڙي هيو منجهه حورن.

3. نوح ڪي نظاري، لُڙهايو لهرن،
عبرت جي اسرار ڪان، يڳا پولا سي پلن.

4. ابراهيم آڙاهه آيو، ساران جي صدمن،
قُلنَا يَا نَارُ ڪُونِي، بردئون وَ سلامن.

5. موسيٰ دم ِ اَرني، ديدار لئه درسن،
لن ترانِي ناز سان، مطلب سپ ملن.

6. نادِ علي ظاهر ٿيو، احمد چئي اچن،
لوڪ سڀجو حيران آ، ڏسي سچايون سچن.

7. "انور" ادا عاشق، سريون صدقي ڪن،
پرينءَ جي پسڻ لئه، ٿيا پرزا منجهه پٽن.

# كافي 68

تله: عاشق نام الاهي دا، مست قلندر شاهي دا.

1. فَاذكُرُونِي أذكُرَكُم، سودا صاف سپاهي دا.

2. آوڻ خيال سماوڻ سارا، پردا بي پرواهي دا.

3. هَي موجود هم حق هادي، نقش نقاب نِمائي دا.

4. شوق شتابي شور شاهانا، صورت دي سرواهي دا.

5. قول كمال قلبي قائم، درد والي درياهي دا.

6. ونحن اقرب واحد واحد، آلاپي ارواحي دا.

7. مظهر ذات مُقيّد كثرت، دم دم دي درگاهي دا.

8. بَن اِسرار آيا سِر "انور"، وجهُ الله ويساهي دا.

# ڪافي 69

ٿلهه: عـاشـق نـا مـراد جـو سـر ڏار ٿـئـي يـلـي يـلـي،
عـشـق شـهنشـاهه ڪـي ديـدار ٿـئـي يـلـي يـلـي.

1. بـرهـه سندو هـي بـار ڏس، قَـيس مـتـي هـي ڪـار ڏس،
خوش رهـي نـه بـيـمـار ڏس، سـرشار ٿـئي يـلـي يـلـي.

2. جـوڙ نُـه پـنهنجي جان ڪـري، ڪـنڌ ڪـپي قـربان ڪـري،
نـيزي سـر نـيشـان ڪـري، نـروار ٿـئي يـلـي يـلـي.

3. عـاشـق ڪـي جـذهـن ٿـي آ پـڪ، ثـابـت ٿـيـو آ اناالحق،
منصور سولي تـي بـيشـڪ، هـسوار ٿـئي يـلـي يـلـي.

4. نينهن سندي هن ناز سان، ڪلڙي ڪَلِي ڪنهن راز سان،
قُـرباذِنـي آواز سـان، آزار ٿـئـي يـلـي يـلـي.

5. ڪـامـل ڪـيف ڪلال ڪَـٽِي، ڪـڇِـي مَـٽِي ڪـين هَـٽِي،
سـهـٽـي نـه هـڪ سِير سَٽِي، ميهار ٿـئي يـلـي يـلـي.

6. "انـور" ادا تـون آ هـلـي، ڪـيـن ڇـڏج يـار جـي ڳـلـي،
ظـاهـر بـاطـن عـلـي عـلـي، هـر بـار ٿـئي يـلـي يـلـي.

# ڪافي 70

ٿلهه: سر صوفي جو مٿي سانگ آ، جاني عشق اڏي اوطاق.

1. محبت جي ميدان ۾، ڪين مُڙن مشتاق.

2. ڪاڻ ڏسڻ جي ڪُسجن ٿا، اڏيءَ تي عُوشاق.

3. ملڻ لئہ محبوب جي، هادي آهن هيراڪ.

4. هڪ تجلي تالان ڪيا، لڪين تاڙيون تاڪ.

5. جيڪي برهہ بيران ڪيا، تن چِڪن ٿا چاڪ.

6. منجهہ جدائي يار جي، غازي آهن غمناڪ.

7. نانگا نينهن نفي ڪيا، فنا جي فيراق.

8. منگهن سائين عشق وارن جا، اوتارا افلاڪ.

9. "انور" عين الله آ، پيرِ مُغان حق پاڪ.

# ڪافي 71

ٿلهه: ســر اڏيءِ تــي ســَـٽ، ڪــات ڪــلالـــن هــٿ ۾.

1. عاشق پوءِ آڙاهه ۾ ڪاهي، ڪات ڪٽي ڏي سِرڙو لاهي، ڪنڌ ڪلهن ڪان ڪـَٽ.

2. پـروانـہ تي بيحد بيشڪ، مچ ۾ گهڙندا بي سر عاشق، منهن نہ مرڻ ڪان مـَٽ.

3. سر ڏيئي پوءِ سر ڪٽيو سي، ”انور“ عاشق ڪين هٽيو سي، جـُنگ جلالي جهٽ.

# ڪافي 72

ٿلهه: سڄي سر اسان جو سولي تي چڙهايوئي،
مٺا يار محبت ۾ مون کي مارايوئي.

1. تنهنجو نينهن نظارو، آيو بره بارو،
اندر باهه پڙڪي، جلي جيءَ سارو،
ڪري ڪيئن ويچارو، جگر جيءَ جلايوئي.

2. تنهنجي سڪ اسان کي، ڪيو آ فيراقي،
لڳو عشق اوهان جو، هلڻ ڪان ٿيس ياقي،
ڏيئي جام سباقي، نشي ۾ نوايوئي.

3. نهارڻ جو ناتو، توسان يار مون لاتو،
"انور" اوهان جي، ڏسڻ سان ڦاٿو،
ڪٺاريون هٿي ڪات، قربون ڪُهايوئي.

# ڪافي 73

ٿلهه: دم نه ڪج تون ديس، مرد ٿي ميدان ملهائج.

1. هر صورت ۾ نور نظارو، ويري نه ڪنهن سان وير.

2. رمز رندن واري رند صحي ڪر، قند ڇڏي سڀ ڦير.

3. اَنَـااحـمَـد بـلاميمي، ڇـئـُ يـلا ٻيو ڪـيـر.

4. سر سڃاڻ ثابت سارو، صوفي صحي ڪر سير.

5. منجهه بحر بيچوني بيخود، گوهر گـِهري ڏِس گهير.

6. "انـــور" عـاشق پِڙ ۾ پاڻ، پـُرجـهي پائج پير.

# ڪافي 74

ٿله: ڪيــن مـُـوَج مـنـصـور ٿــي، آ ادا عــاشــق.

1. پاڻ سڄاڻي پاڻ ٿي پنهنجو، آهي اصل هي نالو تُنهنجو،
اعليٰ جي أنـّاالحق.

2. مست پيالو تون ٿو پيئارين، ساقي آهين سڀ کي سيڪارين،
سُولي وارو سبق.

3. ذات صـفـات ۾ ڪـيـو آ ظـهـورو، ناز نفي نروار نسُورو،
توڙَڻ ٿيو ترڪ.

4. جوڙ جهاني جنهن سان جُڙيو، تُـرت تـمـامي سوئي تڙيو،
خلق منجهان خالق.

5. توڪان سواءِ بيو ڪير آ قادر، آهين اصل تون هر جاءِ "انور"،
ملڪ سندو مالڪ.

# ڪافي 75

ٿلھ: منصور ٿي ميدان ۾، مرد سي محڪم ٿيا،
وات واڌوڙين واري، وير تنھن ورتيون ويا.

1. عشق جو آڙاھ ڏسي، اوڇتي عاشق آيا،
پسڻ خاطر پنھنجي، پروان جيان پڙ ۾ پيا.

2. جن ٻَتو سندرو سچو، صادقن سالم سعيا،
رِند انھي راز ۾، رمز ۾ رھبر رھيا.

3. چمڪار ٿيو چل پل چمن، چوٽ چالاڪي چڙھيا،
چوڏار چلت چنبل جي، چُھنگار پئي چينچل ڪيا.

4. ملڪ مستي جي منداڻي، مست ٿي مالڪ ملھيا،
"انور" انَاالحق چيو، پر اھڙا اتي لَڪ ھيا.

# ڪافي 76

ٿله: ٿيو شمشير شرف تن شاهي، شائق شوق شتابي،
ڪري ڪامل ڪوڙ ڪبابي.

1. ڪاڏ قتل لئہ ڪوڀا ڪاهن، لائق لڪ لڪن تي لائن،
سورهہ سوز فيزاق ڪي ساهن، نادر ناٿ نَيابي.

2. منجهہ اسرار الستي عاشق، لال لڳن تي لائن لائق،
ٿيا فردوسي فالہ فائق، رمز رڏا سي ربابي.

3. بحر عميق برهہ جو باري، غمزي باز غواصي غاري،
"انور" گهوٽ وجهن نہ گهاري، ڳهور ڳڳن گِردابي.

# ڪافي 77

ٽلهه: جيڪي ڪنڌ ڪپائن، قرب تا ڪنائن،
قتل جو ڪمائن، ڪلالي ڪلام.

1. مهيسي منٌي تي، وصالي وٽي تي،
حلاجي هٽي تي، مرد ٿيا مدام.

2. مندر جا مدامي، صحي سر سلامي،
اصل جا انجامي، وصالي وريام.

3. نهاني نسنگ ٿيا. پروانا پتنگ ٿيا.
مندر تي ملنگ ٿيا. حقيقت هنگام.

4. "انور" عدم ٿي، عدم منجهه علم ٿي،
علم سر سلم ٿي، معنيٰ واري مام.

# ڪافي 78

ٿلهه: شوق مون شهباز شائق، شير ٿيا شاهي شهيد،
ميخاني ۾ مست ٿي، عشق وارا ڪن ٿا عيد.

1. ناٽ نيزي نينهن جي، ناز مون چڙهيا نواز،
دم بدم دائم دلاور، دؤر دانهه سندي آ ديد.

2. سر سجاٽي سير ثابت، صاف ٿيا سالم صفا،
صورت سلطاني سينگاري، سورهه ٿيا ثابت سعيد.

3. مام مستي جي منداٽي، ملڪ جا مالڪ مدام،
مئي مندر مستي مهيسي، ماڳ مخموري مجيد.

4. عين "انور" جي اشاري، اسم ٿيو اعليٰ عظيم،
تاب تصور جي تماشي، طور تن آهي توحيد.

# ڪافي 79

ٿلهه: شاهي شوق شهباز، شير شتابين شورمچايو.

1. اندر تن جي اسر اهو ئي، اناالحق آواز،
سولي تي ڪن سورهه سعيو.

2. ناٿ چڙهيا نيشان نظاري، نينهن وارن جو ناز،
ساقي تن جي صدر سمايو.

3. "انور" قدم اڏيءَ تي عاشق، دانهه رکن دراز،
ڪونڌ ڪٽي ڪي جن ڪنبايو.

# ڪافي 80

ٿلهه: شاهي شوق شهباز اوهان جي، شائق ڪيو آ شتاب.

1. نينهن اوهان جي ڪيا هن نظاري، نيهي نات نواب.

2. حد حُسن جي پِرت پَراهون، اوري ڏوهه ثواب.

3. سِڪ صُحبت جي صورت ثابت، برهه پڙهايو باب.

4. موج عميق حُسن ۾ هاڻي، گم ٿيو بحر حُباب.

5. "انور" حال حبيبان هڪ ٿيو، ويئڙم حوڙ حجاب.

# ڪافي 81

ٿلهه: ڪـــئـــي آ ڏو ڏو مـــتـــي ڏڏڪـــار ڏنـــوڻ،
آهـــي هـــادي هـــڪـــل هـــڪ وار هـُـنـوڻ.

1. ظاهر تيو ظلمات ظهورو، پاڪ پسڻ ڪيو پسڻ ڪي پورو،
قُلزَم ۾ ڪڙڪاٽ ڪنبڻ.

2. منجهه غبار جي غازي غباري، گن گيان گگن گجڪاري،
تيز تپائي طُولان تـَنوڻ.

3. جُنگ جلال جذب تيو جاري، نات نيشان نظر نرواري،
عين تيو اسرار اڇڻ.

4. باخود بيشڪ بٽي آ بازي، تيو اصل "انـــوار" آوازي،
وحدت جو وسڪار وسڻ.

# ڪافي 82

ٽلهه: ڪيهي قاضي سانون مسئلي سٽيندئين. نال فقر دي نہ لڙين وو لڙين.

1. باب برهہ دا پڙهہ نہ سٽيندئين، ڪاغذ ڪوڙي نہ پڙهين وو پڙهين.

2. ڪاليان دليان ڪوڙي ڪاغذ. چاڪي مسيتان نہ وڙين وو وڙين.

3. مئخاني مجلس مست ڪريندي، ويک تنهان نون نہ سڙين وو سڙين.

4. وچ دربار دلبر دي دلڙي، قرب سڄڻ دي ڪڙين وو ڪڙين.

5. سِر جنهان دا يار تِلي تي، گهرُج تنهان دي گهٽي وو گهٽي.

6. "انور" هادي حق فرمايا. طلب اساڏي وچ تٽي وو تٽي.

# ڪافي 83

ٿلهه: مُلان سمجهين مام، مَر جيوين تہ مطلب ماٺي.

1. فرض فنائي فيض في الحالي، عُوشاقن لاءِ انجام،
موتو قبلل مام پَڇاڻي.

2. زاهد زُهد تقويٰ تاون، هستي هوڏ حرام،
وَنَحنُ اقرب سمجهن سياڻي.

3. "انور" نيتي قضا نہ ڪيتي، اَنَاالحق انعام،
ثابت پنهنجو سر سڄاڻي.

## ڪافي 84

ٿلهه: سخن اساڙ جي آ سچي ثابت ڪيو صياد ڪي،
پورو ڪيم مخمور ٿي هِن محبتي معياد ڪي.

1. جذبو جلالي جو جڏهن، جوش مان جاري ٿيو،
ذوق منهنجي ذبح ڪيو زاهد و ضياد ڪي.

2. مست مَئيخاني ۾ ساقي سر ٿيو سلطان هي،
هُو همه ۾ هر ڪيو هر علم ارشاد ڪي.

3. "انور" اسم دم بدم هُو ۾ گم آ گم عدم،
منجهه عدم آواز انم، ڪيو نادر نفي جي ناد ڪي.

## ڪافي 85

ٿلهه: دين ڪُفر تون جڏ اسلام، مُوتُو قَبلَل پڙهه ڪلام.

1. آ پڙ عشق جي عاشق پيهي، قول انهي ڪي ڪر قتلام.

2. نانگو نينهن جو ٿي تون بيحد، عشق جو پيالو پي تون جام.

3. بيخودي جو پيالو پي ڪري، روح پنهنجي ۾ رک تون رام.

4. "انور" بئي سان منهنجو چا هي، هادي هڪ جو بڻ غلام.

# ڪافي 86

لله: ڪير ڏسي مون ناهيان ڏسڻ جو، ڇو ٿا سڏيو انسان.

1. خاڪي جسم تان خيال ڪڇي ويو، عرش مٿي آستان.

2. بسمي بدن تي ڪيئي پُلي پيا، هر دم سي حيوان.

3. جيڪو ٻولي ڇولي اندر، سوئي آهي سبحان.

4. جن ڏٺو مون سي ئي مون ٿيا، ترڪ ٿيو توتان.

5. "انور" اسم آيو ڪهڙي عضوي، نالي ڪيو آ نيشان.

# ڪافي 87

لله: ڪيئن ڏسيان مون، ڪير ڏسي مون کي، ڪير ڇوي تون ڪير!

1. فاذڪروني اَذڪرڪم، ويو پتّجي اهو ڀير.

2. ونفخت فيوڦِن الرّوحي وارو، سالم ٿيئڙو سير.

3. مئين هون حق خود همه حق ٿيو، ڪُل جُز ناهي ڦير.

4. وحدت "انور" ڪثرت "انور"، وڃون ويڙو وير.

## ڪافي 88

ٿلهه: مان آهيان خود مالڪ مولئ، ڪير سڏي ٿو مون کي انسان.

1. احدون عبد سڏا ڪر آيم، قائم ڪيٽرم ڪُن قرآن.

2. مست الستي مستئون مستي، بيخودي جو بات بيان.

3. "انور" سر اظهار اناالحق، آهيان سارو سِر سبحان.

## ڪافي 89

ٿلهه: آدم ساڏا نام، ساڳي سر سبحان ٻـ مَين هون.

1. عرش عظيم تي ساڏا اوتارا، الست بريڪم ماريم نعرا،
قالو بلئ هي ڪلام، قُل هوالله قرآن ٻـ مَين هون.

2. صورت بشري پاڪر جولا، ڪُنف دي وچ مئين ڪيتا هي اولا،
احدؤن عبد امام، شريعت دي وچ شان ٻـ مين هون.

3. نانڪ لڇمڻ نام ڌرايم، بِندرا بَن وچ ڪان سڏايم،
وچ دئاري دام، ڱُرو ڱوبند ڱيان ٻـ مين هون.

4. "انور" حق انسان ٿي آيا، عشق دا مئين چا بحر بنايا،
آڏي والا هي انجام، سولي سر سلطان ٻـ مين هون.

# ڪافي 90

ٿلهه: جنهن مستي ۾ مون آيس تنهن رب ربّ سڏايون ٿا،
جذب جلوي جلالي جي جسم سارو جلايون ٿا.

1. مدح مدهوش مَنابِي هون، مجازي مست شرابي هون،
نظر نيشان نوابي هون، عرش اعظم اڏايون ٿا.

2. أنَاَ اسرار احديت، بقاب الله با صورت،
قرب قائم ڪماليت، قدم قادر ڪُڏايون ٿا.

3. احد "انور" اثر اعليٰ، بحر باسر بِسِر بالا،
مهيسي مست هون مولا، هم اوستي حال هلايون ٿا.

# ڪافي 91

ٿلهه: قدم منهنجو پري پهتو، اچا منصور آ اوري.

1. توڙي آدم صفيّ الله، توڙي آ نوح نَجِيّ الله،
توڙي ابراهيم خليلُ الله، موسيٰ ڪوهه طور آ اوري.

2. توڙي مجنون توڙي سرمد، توڙي فرهاد ڪئي آ حد،
انهي حد ڪان آهيون لاحد، مگن مخمور آ اوري.

3. نفي جوناد وڃايو سي، فنا ڪان فيض پايو سي،
عدم "انور" ملهايو سي، الاهي نور آ اوري.

# ڪافي 92

ٿلهه: ٿيا سي يار فنا في الله، سڌايون ٿا خود الله.

1. لقب لاشڪ لاحدي، آهيون عثمان مروندي،
رڪون ٿا راز حق رندي. جذب جلوي جلال الله.

2. آهيون مدهوش منجهه مستي، هنائي حال حد هستي،
خبر خاڪي ختم خستي، بندر باسر بقابالله.

3. ڪٿر ڪوهي ڪولاهي ڪب، رضا رازق آهيون ربٌ ربٌ،
عطا اسرار "انور" اب. قدم قادر ڪلامُ الله.

# ڪافي 93

ٿلهه: مئين هون يارو آپ الله، ربٌ رحيم رحمن ڀي مين هون.

1. ڪُن فيڪون دا خيال جڳايم، شوق ڪنون چا جهان بڻايم،
مَين هون آدم صفيٌ الله. هادي هر انسان ڀي مين هون.

2. ذڪريا نون ڪرت چيرايم، موسيٰ، خر، ڪوهه طور جلايم،
چِڪي چڙهايم خليل الله. نوح والا طوفان ڀي مين هون.

3. عبديت دا پاڪر چولا، ميم دي وچ مئين ڪيتا اولا،
مَين هون احمدٌ اسدالله. وچ قرآن دي بيان ڀي مين هون.

4. عاشق هوڪي ماريم نعرا. سر "انور" دي ساڏا اوتارا،
هڻ هويا مَين جلال الله. سارا سر سبحان ڀي مين هون.

# ڪافي 94

ٿلهه: جي فنا في الله ڪان، آهيون فنا آهيون فنا،
هو بقا باالله ڪان، آهيون فنا آهيون فنا.

1. مان تون ۾ محو ٿي، محو سندي ميدان ۾،
ارض وسماء آسمان ڪان، آهيون فنا آهيون فنا.

2. خُد حلاجي حال جي، اَنَاالحق اثبات ۾،
آءُ اڳي الاالله ڪان، آهيون فنا آهيون فنا.

3. توحيد ۾ تبريز ٿَم، طُولان تنها ٿيو تباھ،
قُم بِاذنِ الله ڪان، آهيون فنا آهيون فنا.

4. بي مثل بي چون ۾، "انور" غواصي ٿيو غروب،
عدم نفي ناه ڪان، آهيون فنا آهيون فنا.

# ڪافي 95

ٿلهه: هــر صــورتِ اظــهار ٿيس، انســان مــان حيــوان مــان.

1. هڪ جاءِ هُيس حيرت نہ هئي، ڏاڍو ڪاڏم عبرت پئي،
حــرڪت اصل ابليس ڪئي، نادان مان شيطان مان.

2. ڪاڏي موسيٰ ۽ فرعون مان، ڪاڏي عرش عيسيٰ ٿي وڃان،
داؤد آ اسم عيان، امــڪان مــان عــمــران مــان.

3. اچــي عبديت اولــو ڪــيــم، اسلام لاءِ احــمــد چــيــم،
جڏهن خيال پنهنجو جي پيم، فرقان مان ڪفران مان.

4. ازل ڪــان آهيــان علــي، نــالــو منهنجــو ربِّ جلــي،
ڪُلِ شيءِ هُــو هَلـي، شــاهــ مردان مــان مــروان مان.

5. "انــوار" ٿــيــو اظــهــار حق، اســرار حق اعتــبــار حــق،
ســاقــيءِ صــحــي ســردار حق، مَــئيخان مان مستان مان.

# ڪافي 96

ٿلهه: اڳ هيس الله مون، اڄ ٿي آيس چاڪ هِت.

1. تخت اعليٰ ويو جڏهن، ڪيئن چوان لولاڪ هت.

2. برهه بدناميون ڏنيون، ڪيئن ٿيس حق پاڪ هت.

3. نينهن جو نادر هيس، ڇا ڪندي هاٽي خاڪ هت.

4. خيال جو هيڙو خزانو، اڄ فنا فيراق هت.

5. عرش ڪان وني فرش تي، موهيو حبيباٽي هاڪ هت.

6. سونهن جو سردار ساقي، منهن مٿي مشتاق هت.

7. جام وحدت جو پيئاري، پاڻ ٿيس پياڪ هت.

8. برهه جو بانڪو بهادر، ٿيو دانهه درد ناڪ هت.

9. "انور" سندي انهي حال تي، هادي ڪندو هيراڪ هت.

# ڪافي 97

ٿلهه: **ڪــلام الله تــي قــادر، قــرآنــي هــون قــرآنــي هــون،**
**شــمر شــاهي شاهاڻ شوق، شيطاني هون شيطاني هون.**

1. صراحي سرڪ تـي سـالـمر، اولاسـي اثـر جـا عـالـمر،
ڪـلالي ڪـار آ قـائـمر، ڪـمانـي هـون ڪـمانـي هـون.

2. ڪـلالـي ڪـدح ڪـبابي هون، شهنشاهي شرابي هون،
رندي رهبر ربابي هون، رحماني هون رحمانـي هـون.

3. مهيسي مست مئي محڪمر، حلاجي حال ۾ همدم،
اناالحق عين منجهه عالـمر، نيشاني هون نيشاني هون.

4. تـوحيـدي طبـل تـن تـوبـت، وڄائي نينهن جي نـوبـت،
تيو "انــور" سر ثابت، لاثـانـي هـون لاثـانـي هـون.

# ڪافي 98

ٹله: پَسڻ پيچائيم پاڻ، اڳي عدم ۾ دم ڪان پنهنجو.

1. نفي اثبات اسم بَئي اوري، اوري تن اهڃاڻ،
مااڳ محو مَئدار آ منهنجو.

2. اُونهو مُلڪ اسان جو اعليٰ، جائي ناهي ڄاڻ،
سارو سَير سچاتم سَهنجو.

3. حد لاحد جو لاڳهو لا تيو، "انور" اسم اماڻ،
تاب نه هلندو تائي تَنهنجو.

# ڪافي 99

ٹله: حد لاحد ڪان اڳي اسان جو، آهي سارو مُلڪ مڪان.

1. ملڪ عدم پرواز ڪيو سي، آهي منهنجو نفي نِيشان.

2. بي مثل بي چون چمن ۾، بي جسم هون جوت جوان.

3. عين الله لاالله لـهُ هُو، "انور" فنا في لتو ميدان.

# ڪافي 100

ٿلھ: ڪين ۾ وحي ڪين ٿياسي ڪين جو چاڙھيم ڪَنو،
نـاھـي خـالـي نـاھـي پـريـل نـاھـي اڏ نـہ مُنو.

1. بـيـچـون واري بـحـر ۾ بـي مـثـل آھـيـون اصـل،
ھـون غـواصـي گـم غـازي جـوھـري گـوھـر گھَنو.

2. لا لاھـوتـي لامـڪـان لاحـد لَـبـھـُـو ۾ لا ٿـيـس،
عيـن ڪـان آھـيـون عـدم جـنـسـار جـوڳـي ٿـيـو جُھنو.

3. غـلـبـي غـبـارِي غـيـب ۾، "انـور" وجـي غـرق ٿـيـو،
مـلـڪ منـھـنـجـي تـي ادا، بـيـو اصـل نـاھـي پُنو.

# ڪافي 101

ٿلھ: ســارو سَـيـر صـفـا سِـر سَـر بـا سَــ،
اسـر علم دم بَـسَـر بش، ڪُن قلزم ڪَل قطع قنبر.

1. عـرش اشارو ثـابت سارو، وحدت وارو آھـي نـيـنھـن نظـارو،
پاڻ پَـسِـي ڪيم پَل ۾ پَسارو، ھادي حدث بَس شمس قمر.

2. شوق شريعت طور طريقت، حال حِـلاجي حڪم حقيقت،
مُلڪ منادي منجھ معرفت، ھَـر تَـر تَـر ٿيو بدر بحر.

3. نـظـر نشاني سر سلطاني، اعـظـم شانـي حڪمرانـي،
پَـسڻ پيشاني رُخ رحماني، ختـم عدمِ امـرَ "انـور".

# ڪافي 102

ٽله: آهيان مون شيطان پنهنجي ڦيڪل ۾ پاڻ اچي ڦاٿم.

1. ازلي نالو عزازيل منهنجو، لوڪ سڏن بيمان.

2. آدم ظاهر ٿيو اصد منهنجي ڪڙن، تڏهن ٿيس حيران.

3. احد احمّد ڪيم ڪن قلزم ۾، سارو بات بيان.

4. "انور" نالو شوق مان شاهي، نينهن ڪيو نيشان.

# ڪافي 103

ٿلھ: عدم ۾ آدم صورت الله دم آ.
فنا منجھ بقا، فنا في الله دم آ.

1. منجھ غير گوندر ۾ گمراھ دم آ.
گوھر گنج خورشيد بدر باھ دم آ.

2. اشارو الف لام لاالله دم آ.
ھُو لَهٗ لا ھُو الله دم آ.

3. اڏاٺو اٿر وارو پُرواھ دم آ.
تير عين آواز ارواح دم آ.

4. گگن گيان گونِي ۾، گذر گاھ دم آ.
پَسي جو پسڻ کي سو پساھ دم آ.

5. مثل بي مثل ۾ محڪم تيو ماھر.
"انور" عَلم عين اِسم آدم آ.

# ڪافي 104

ٿلهه: آدم سنڌي جدائي، رضوان ساڻ ٿي وئي،
حورن ساڻ ڪيائين، غِلمان ساڻ ٿي وئي.

1. مولا پنهنجي امانت، آهي رکي جنهن گهر ۾،
افسوس آهي ان جو، مهمان ساڻ ٿي وئي.

2. ارض و سما ۾ اعليٰ، آهي دوست سڀ ڪنهن جو،
جنهن ساڻ جيئڻ جي هجي، حيران ساڻ ٿي وئي.

3. جيڪي گهريو آ جنهن ٿي، آهي مليو سو تنهن ڪي،
عبرت اَنا فڪر جي، فرمان ساڻ ٿي وئي.

4. بي گمان غمن ۾، آهي ٿيو غذائي،
ويتر ڪيائين واه واه، ويران ساڻ ٿي وئي.

5. پيدا فنا بقا ڪان، آهي بقا فنا ۾،
موجود قدرت "انور"، انسان ساڻ ٿي وئي.

# ڪافي 105

ٿلهه: هاڻي ڇاڻ ويٺو ٿو سڀ ڄاڻي، اچا ڇئين ٿو پلجي اچي وينس پاڻي.

1. جڏهن هئين تون يار يگانو، پوءِ اچي ڪيئي ملڪ بيگانو.
نه هيئہ ڏاڏو نہ هيئي نانو، ڪنهن تہ وڏو هيئہ راڻي.

2. بي صورت مان صورت پاتئي، ڳالهہ ڳجهہ جي ڪيئن پئي ڄاتئي.
لوُن اها وري ڪنهن سان لاتئي، دانهان ڪرين ٿو هاڻي

3. ظاهر تي هت آدم آيل، نہ ڪنهن ڄڻيو نہ ڪنهن جو ڄايل،
ڪير ڪري هاڻي توکي قائل، فقط حوا جي هواڻي.

4. ڪير آهي جيڪو توکي ناهي، توکي ناهي وري توکي ڍاهي،
پاڻ چڙهئين اچي پنهنجي ڦاهي، ڪنهن وڪڙ سندي تہ وراڻي.

5. جنهن سان تون ٿو جيڏيون ڪرين، ڏوهہ رکي وري تنهن کان ڏرين.
ڏيان نہ تون ٿو پنهنجون ڏرين، درد وڌايئي داڻي.

6. ڇڏ منا تون پنهنجو ماڻو، ڪاڻي آدم سڏائين ڪاڻي "انور" سياڻو،
ملهہ آ تنهنجو هڪڙو داڻو، لڪ ورهيہ ٿيئي وڪاڻي.

# ڪافي 106

ٿله: ڪڻ قدم ڪر پرواز اڳي، ڏِس ملڪ عدم جو راز اڳي.

1. پاڻ پَسِي ڏس پسڻ پَڇاڻي، ڪر خيال عُقاب آواز اڳي.

2. جنهن سر ثابت سر سمجهايو، سو سِر سارو ساز اڳي.

3. نظر نِيشان نواب نوايا، آئـي نيهي نوبت ناز اڳي.

4. ”انور“ ملڪ عدم ۾ آدم، تي غازي ڏس غـُماز اڳي.

# ڪافي 107

ٿله: ڪر پکي پرواز اوڏانهين، جاتي تنهنجو مُلڪ ڪان.

1. وَنَحن واري وِٽ وجهين تو، آهي تنهنجو نام نيشان.

2. آنَا احمد بلاميمي، بشر ڪيو آهت بيران.

3. قـُم بِاذنِي قول آ قدسي، شاهي تنهنجو آهي شان.

4. ”انور“ عشق جنهِين سر آيو، نينهن ڪيو آهت نادان.

# ڪافي 108

ٿلهه: عرش مٿي آستان آ تُنهنجو، هتڙي آئين ڪيئين.

1. مُوتُو قبلَ اَنتَ مُوتُو، تڏهن جهان ۾ جيئين.

2. سر ساڻ ثابت ڪر هن سر کي، آب حيات جو پيئين.

3. پاڻ پَسي ڏس پاڻ ۾ پنهنجو، واڻ وصال جي ائين.

4. "انور" حال همه هڪ حق ٿيو، همدم حاصل هيئين.

# ڪافي 109

ٿلهه: آهين تون سلطان، هتڙي چاڪ ٿي آئين.

1. اڳ هو تُنهنجو مذهب ڪهڙو، ڪهڙو هيوئي دين ايمان.

2. بي نيازي بي پرواهي، خاص هئين خود خان.

3. نالو نام، نيشان نہ ڪوئي، ظاهر ٿي انسان.

4. شاهي مان ٿيو ڪرين گدائي، برهہ ڪَيوئي بيران.

5. هُتڙي اعليٰ شان آ تُنهنجو، پوءِ ڇو ٿئين پريشان.

6. آهين تخت هزاري جو مالڪ، حيرت ڪيوئي حيران.

7. "انور" ساقي سر جو ساغر، مفت مليوئي مئيخان.

# ڪافي.110

ٿله: اسين نانگا نَظر جي نِگاھ جا، آهيون مست قلندر شاھ جا.

1. پُر ڪر پيالا يار پِيئون تا، دائِم دَنگ دَرگاھ جا.

2. مَئِي مُدامي مَخمور هُون، بانڪا بي پرواھ جا.

3. هُون شرابي شوق ۾، وأحد وَجهُ الله جا.

4. علم عبادت زُهد زِياده، وَيا نِڪي جي ناھ جا.

5. هي سِر صُوفي صاف هن، ڪَچي ڏٽي جي ڪُلاھ جا.

6. عِشق اَمانت مڪن مَظهر، "انور" جي تہ الله جا.

# کافي 111

ٹلھ: آئـــي هـــون دربـــار،مـــست قـلـنـدر والـــي.

1. مـست قلندر هي مروندي، بلخ بخارا ثمرقندي،
صاحب سنڌ سردار.

2. شهنشاھ شهباز شاهانـ، علي نبي دا هي پروانـ،
هادي حسيني يار.

3. لعل قلندر هي لک پالي، آون سوالي مول نـ خالي،
قادر قربدار.

4. شاھ قلندر ابنِ علي کي، سوال ميڏا مظهر جلي کي،
داتا ڏيوين ديدار.

5. "انـور" پاک پنجان دا گولا، هردم آکي مولا مولا،
پروسي پوتار.

# ڪافي 112

ٿلهه: مست آهيون مستانا، ديوانا ديوانا.

1. قربَن ڪند ڪپائن ڪرپا نينهن ڪيا نيشانا.

2. بره بيراڳي بيوس ڪيڙا، سَير ڪرَن ٿا سلطانا.

3. حسن هادي جي هزارين موهيا، پرتَن ٿيا پروانا.

4. محب اسان جا آڻي وسايا، "انور" جئي آستانا.

# ڪافي 113

ٿلهه: رند ٿي رهبر سڏايون، مست هون مَئيخان ۾،
انالحق اظهار ٿيو، منصور جان ميدان ۾.

1. آءِ الستي يار اعظم، قرب آ قالو ڪلام،
جي اوهين ڪولي ڏسو، هي قول آ قرآن ۾.

2. احد ٿي عبد سڏاير، ڪُنف سارو سير آ،
بيڪ بشري مير اولو، وچ شريعت شان ۾.

3. خود خدا خيرالبشر، آيو سير ۾ "انور" صحي،
لامڪان لاهوت لائق، عين ٿيو انسان ۾.

# ڪافي 114

ٿلهه: شڪ شرم سڀ لاٿو سي، پير پِڙ ۾ پاتو سي.

1. خواري خاص خمار اسان جو، ڇاڻ انهي ۾ ڇاتو سي.

2. گلا غيبت زلف اسان جا، پاڻ متي سر چاتو سي.

3. "انور" عشق ڪيو آ ديوانو، قابو قيد ۾ قاتو سي.

# ڪافي 115

ٿلهه: ڏم ڏام لاٿي ڪُن گيان گڳن، مستان مهيسي مئيخان مڳن.

1. سامي سر سرت سبحانا، گوهر گر گفتار گيانا،
ڪامل هي ڪلتار ڪُندن.

2. يڪ رنگ يار يڪانا ياقي، الک اسم اسرار انيڪي،
مست الستي ماڳ مدن.

3. غنچۓ غنچۓ گل گل گياني، پس پسي هي پاڪ پيشاني،
باغ بدر چوڏار چمن.

4. آڏوتي اثبات اوتاري، "انور" قلزم علم اشاري،
چلت چلت چمڪار چندن.

# ڪافي 116

ٿله: مَـئي مـست مـهيسي مندر وچ، آيا ناٿ نظاري نظر وچ.

1. گـَـن گيـان گـگـن وچ گـردا، پـَٽ پيتـم پيـالا پـُـر دا،
ديـدار دئـاري دَرَ دا، اهـو سيـر صحـي سِـر سَـر وچ.

2. هَـر هِـر دي حـال حقيـقـت مَـن رأنـي مـحض ملاهي مـت،
گـن گيان گوهر دي گياني گت، هِـن بي رنگ بيڪ بشر وچ.

3. حُسن حقيقـي هـر هَـي، أي صـورت صـاف صنم هَـي،
اسـرار امَـر الـر هَـي، هَـي سـارا سيـر صـدر وچ.

4. دم دم دي دَرس درازي، رِنـد راز رَضـا تـي راضـي،
بـٺي بـي خـود بـا خـَود بـازي، اهـو دائـم دم "انـور" وچ.

# ڪافي 117

ٿلهه: ملڪ مستيءَ جي مڪن، مخمور ٿيو منصور حق،
نروار ٿيون نادر نشانيون، ناهه ٻهِ هي نور حق.

1. بيخوديءَ پرپور ڪيڙو، خود بنائي خيال ڪي،
"خَرَ موسيٰ صلعقا"، ويو جلي ڪوهه طور حق.

2. منجهه جلالي جي جذب، ٿيو جلالي جو جُس،
قُم بِاِذنِي جو ٿيو دائما دستور حق.

3. اَنَاالحق اثبات "انور" ٿيو حق حڪم مختيار تي،
ملڪ سارو ڪرمدا منظور حق.

# ڪافي 118

ٿلهه: ميدان مستي جي ٿيا. مردان جلدي جلدي،
آيا پيهي هن پِڙ ۾. پروان جلدي جلدي.

1. وحدت وصال واري، اظهار ٿيا اوتاري،
نروار منجهه نظاري، نيشان جلدي جلدي.

2. سورهه سچا سي سامي، جنسار جوڙيائون جامي،
مئيخان ۾ مدامي، مستان جلدي جلدي.

3. سر کي صحي سڃاڻي. منصوري مطلب ماڻي،
قاتل کپر توئن هاڻي، قربان جلدي جلدي.

4. "انور" حقيقت همدم. غازِين کيو آ گم غَم.
سر صاف آهي سالم. سلطان جلدي جلدي.

# ڪافي 119

ٿلهه: ميدان مستي جي ۾، مردان ٿي ملهن ٿا،
پيمال جي پتنگ ٿيا، پروان ٿي پچن ٿا.

1. ڪنڌ ڪات جي ڪَٽي تي، ڪوپا ڪمال قائم،
ڪوهي ڪپر ڪولاهي، قربان ٿي ڪپن ٿا.

2. لائق لطف لطيفي، لاشڪ ڪيو لقب ڪي،
لاهوليه لحم ڪي، لائان ٿي لهن ٿا.

3. سالم سخن سچارا، "انور" سفر سنيائن،
سر ڪي سچائي ثابت، سلطان ٿي سلن ٿا.

# كافي 120

**لله: اثبات اشاري علم مَين هون، هر صورت سير سَلم مَين هون**

1. وَنَحن واصل وحدت واري، نات نيشان نظر نظاري،
قائم كـُن قلزم مَين هون.

2. مهيني مستان منادي. واحدۀ وصالي وادي،
انـّاالحق أملـَم مَين هون.

3. كـُلِ شيءِ قادر قائم. سير سمورو ثابت سالم،
حاضر هر هك دم مَين هون.

4. مُستَقيم مكمل كامل. شاهي شوق شهبازي شامل،
عرش عقاب اعظم مَين هون.

5. منجهه مثل بي مثلي ماهر. ذوق ظهورو ذاتي ظاهر،
"انور" عين عدم مَين هون.

# ڪافي 121

ٿلهه: نادر نفي ۾ نيهي نروار جلدي جلدي،
اثبات ٿيا عدم ۾ اظهار جلدي جلدي.

1. منصور مست مجازي، رند راز تي ٿيا راضي،
بيخود بنائي بازي، بردار جلدي جلدي.

2. باسر بهادر بالا، اسرار اعظم اعليٰ،
چوڏار چمن ۾ چالا، چمڪار جلدي جلدي.

3. لاشڪ ٿيا لاثاني، جنسار آ جسماني،
سر صاف سي سلطاني، سردار جلدي جلدي.

4. قلزم ڪمال ڪن ۾، موجود منصب من ۾،
احسان ٿيو عدن ۾، "انوار" جلدي جلدي.

# ڪافي 122

ٿله: نــفي ٿـي نهاريـون، نظارِي نظـر سانِ،
جـلائـي جسـر ڪي، فنا جي فخر سان.

1. اڏامــي الائــي، عـڪس جي اشــاري،
سٺايون سخن تـا، ثـنا جي سفر سـان.

2. قـدم قـيس قـادر، ڪمالي قسم جـو،
ڪمايون ڪفر تـا، ڪولاهي ڪثر سـان.

3. بــشر بـاغ بـيچون، بلـبل بقـا ٿيـو،
الائـي تـو "انـور"، عدم جي اثر ســان.

# ڪافي 123

ٿلهه: مئي جو منڊر مدامي، منظور جلدي جلدي،
مستي مهيسي مٽ تي، مخمور جلدي جلدي.

1. قائم قدح ڪمائي، ڪامل ٿيا ڪبابي،
قربان تنهن ڪپر تؤن، ڪوهه طور جلدي جلدي.

2. جوڳي جذب جاڳائن، ڪامل قدم ڪڏائن،
ميدان ٿا ملهائن، منصور جلدي جلدي.

3. نيزي نيشان نادر، نروار ٿيا نظاري،
بيشڪ برهه ۾ باسر، پرپور جلدي جلدي.

4. "انور" عجب اشارو، سلطان سر جو سارو،
تن من اندر تنوارو، طنبور جلدي جلدي.

# ڪافي 124

ٿله: مولا مست قلندر شاهہ آهيون، بانڪا برهہ جا بيپرواهہ آهيون.

1. جلوي نور جمال جلال آهيون، قادر قرب ڪمال ڪلال آهيون،
حاضر حُسن حرام حلال آهيون، مظهر مورت مخفي ماه آهيون.

2. اعليٰ عشق آزاهہ عوشاقي جو، خود خاص خيال آهي خاڪي جو.
بي پاڪئُون پاڪ جي پاڪي جو، اسد ارض مٿي اسدالله آهيون.

3. اها جذب جهادن جائي آ، نيزي نينهن وارن خود نمائي آ.
جيڪا فنا سا بقائي آ، صاحب سر مٿي سرواهہ آهيون.

4. "انور" سر سبحان آهي، ڪاتي خادم ڪاتي خود خان آهي.
اهو صورت جو سلطان آهي، ساڳي الانسانُ الله آهيون.

# ڪافي 125

ٿله: اسان صوفي مست قلندر هون، ڪٿان ٻاهر هون ڪٿان اندر هون.

1. ڪٿان چور بنون ڪٿان ساڌ بنون، ڪٿان نون نفي اثبات بنون،
ڪٿان ڏينهن بنون ڪٿان رات بنون، اسان عشق عجائب وندر هون.

2. ڪٿان مُلان هون ڪٿان قاضي هون، ڪٿان شاهہ شرع تي راضي هون،
ڪٿان بيحد برهہ دي بازي هون، ڪٿان مسجد هون ڪٿان مندر هون.

3. "انور" بن ڪر آيو سي، سارا غير دا وهم وڃايو سي،
اهو بارا سر تي چايو سي، هر مذهب وچ هلندڙ هون.

# ڪافي 126

ٿلهه: منجهه مستي دي هوشيار، مَين هون مست قلندر يار.

1. جذهن آدم کي لڳو ذوق ذرو. عقلُ پڳو ٻڏو عشق ترو.
هڪ چوڪ ڪيو آچُست چريو. تي دائي جي درڪار.

2. جذهن پيتم شوق شراب ميان. تيس نادر نات نواب ميان.
هائي گم تيو بحر حباب ميان. تي گوڙ مٿي گجڪار.

3. ڪيئن موسي تي مخمور ويو. مٿي جوش جبل ڪوهه طور پيو.
هائي برهه اچي پرپور تيو. هڪ تَجلي، تي تڪرار.

4. موج چڙهي مَئيخاني آيم. سارو بار برهه جو چايم.
ساقي سِر تي سير سمايم. "انور" تي اعتبار.

# ڪافي 127

ٿلهه: مَين هون تخت هزارا دارا، مِين هون مَين هون يار.

1. ملڪ عدم پرواز ڪريجي، مُوتُو قَبلَل ماڳ مريجي،
ونحن اقرب خيال ڌريجي، آپ ڪيتم پسارا دارا.

2. مَين سلطانا سر سبحانا، اَلاِنساني نام نيشانا،
هرُ صورت هَي ملڪ مڪانا، اعليٰ شان همارا دارا.

3. مار اَنَــاالحق نعرا "انــور"، بيحد برهه بهارا "انور"،
صوفي هون سر سارا "انــور"، عاشق هون اظهارا دارا.

# ڪافي 128

ٿلهه: خوبروُءِ خوشنما خورشيد ٿيا خُتنگ،
نينهن جي نيزي چڙهي،نروار ٿيا نسنگ.

1. الا عشق جي آڙاهه جا، عاشقن انصاف ڪيا،
صوفين جا سرشاد ٿيا، اٿي پرواز ڪن پتنگ.

2. مَئيخاني مست ماهر، تيزُو هي ذوق ظاهر،
پِڪون پي سي پاڪ پرور، مالڪ اهي ملنگ.

3. "انـور" عوشاق اڪبر، بي رنگ بحال برسر،
مظهر مڪان بهتر، جائي جهاد جنگ.

# ڪافي 129

ٿلهه: ملڪ انهيءَ ميدان ۾ ماڻجهي، مرد اچي مختيار ٿيو.

1. صوفي سَير ڪرڻ لئہ سالڪ، سُورہ سو سردار ٿيو.

2. جاجڪ آيو جڳ ۾ جوڳي، جامو تنهن جنسار ٿيو.

3. عدم مون اثبات اسم هي، احمد جو اظهار ٿيو.

4. ڪُنتُ ڪنزاً مخفي وارو، واحدہٗ واپار ٿيو.

5. اَنَا احمد بلاميمي، طالب سان تڪرار ٿيو.

6. وَنَحنَ اقرب ويجهڙو، هر جاءِ حڪم هزار ٿيو.

7. نينهن وارو نيشان نسنگ هي، ناٿ اچي نروار ٿيو.

8. مَن خُدايم "انور سائين" اَنَاالحق اعتبار ٿيو.

# ڪافي 130

ٿلهه: مانجهي سي مستان، قرب اسان جي قيد ڪيا هن.

1. محبت وارا مٽڪا ماٽڪ، هيرا موتي مرجان،
لاهوتين لک لعل لِيا هن.

2. ديد اِسان جي ڪيا هن دم دم، دانهه سي ديوان،
ڪُڏي جيڪي پِٽم پيا هن.

3. زينت وارا زُنار زبردست، زابر ڪيا ذيشان،
وحدت واري ويساهه ويا هن.

4. ناتُ اسانجي نظر سان نيهي، نينهن ڪيا نيشان،
رانول رمز رنديءَ جي رهيا هن.

5. باز بهادر بره جا بحري، پروازي پروان،
"انور" جي آڙاهه آيا هن.

# ڪافي 131

ٿلهه: نانگن جا نيشان، اچ اوتارن تي تازيون تواران.

1. سورهه سامي سَير جو سارو، ثابت ڪيو سامان.

2. جوڳي جڳت ۾ جوڳ جون جڙيون، جتائون تہ جوان.

3. وات وصل واري واري تيا واصل، وڃائي ويران.

4. مست مگن تيا مَت تي محڪم، مرد اچي مَئخان.

5. "انور" مالڪ ماڳ مندر تي، ملهائي ميدان.

# ڪافي 132

ٿلهه: نانگا ٿي نروار، چوٽ چڙهي ويا نات نظر سان.

1. سالم سفر سِر جا صادق، مالڪ مُلڪ عدم جا عاشق،
آهي ٿيا اظهار.

2. لا لالقب لاثاني لاحد، وصل واصل وحدت واحد،
مالڪ ٿيا مختيار.

3. ٿيا مست مهيسي مَدهوش، "انور" هَمدم حال هم اوست،
سالم سخن سچار.

# ڪافي 133

ٿلهه: نيــهــي نـــاٿ چـڙهــي ويـــا نـــانـــڪـــا نــظــر،
جــوڳــي جــســر جــلائــي ســـامــي ســانــگ ســفــر.

1. جذبي جوش جلالي جذب جهڻي، منسب ملڪ مهيسي ماڻ مڻي،
حاڪم هوت حبيبي ڪيئن حڪم هڻي، خوش ٿي خيال انهي ۾ ڏهن خان خبر.

2. وحدت واڻ ويراڳي واصل ٿيا، پل پل پيچ پلڪ ۾ تن کي پيا،
هادي حال حلاجي حڪم هڻيا، بيشڪ بار برهه جي برسيا بحر.

3. "انور" عشق عوشاقن عجب آيو، سورهه صاف سولي تي ڪن سفر سعيو،
رندن ريت رسم تن اهو آ رايو، اعظم عين ڪيا انهي اسم اثر.

# ڪافي 134

ٿلهہ: نيهي ناٽ ڪيا اثبات عشق آفات ٿيو اظهار،
سر سلطان منجهہ مَئيخان ٿيو نيشان آ نروار.

1. جوڳي جَنگ پائي لَنگ سالم سَنگ ۾ صادق،
منجهہ ويراڳ هادين هاڳ مستي ماڳ تي مالڪ،
چشمان چال ٿيا برحال خوبان خيال جا خالق،
مالڪ مام غازين گام ديدان دام جي ديدار.

2. ڪات ڪلال جنگ جلال مست ملال ٿيا مخمور،
شوق شراب نينهن نواب برهہ جي باب ۾ پرپور،
سولي سَير پائن پير دائم دير نہ دستور،
هڪل حلاج ڏوڙا ڏاج سر تي تاج آ تلوار.

3. عشق آڙاهہ بيشڪ باهہ عاشق آهہ منجهہ عالم،
تي پروان منجهہ ميدان سر سامان آ سالم،
ايڏي اور زورؤن زور مالڪ مور ڪئي معلوم،
پاڻ پتنگ ناز نسنگ ٿيو اڙبنگ منجهہ اعتبار.

4. بحر بيچون گونا گون اونهان اونهہ وچ عاشق،
تي غازي رَهہُ راضي ڪٽ بازي تون بيشڪ،
بَڌ چوتو هڻ غوطو مُلهہ ماتو لَهہُ مائڪ،
انور ناوٽ گوندر گهوٽ چينچل چوٽ ٿيو چمڪار.

# ڪافي 135

ٿلهه: لَـهہ نـاتَ نظـاري نـظر ۾ تـون، هر صورت بيڪ بشر ۾ تون.

1. بـي مـثـل بـي چـون چـمـن ۾، غـنـچـہء غنـچـہء خار گلن ۾،
ميوي شاخ شجر ۾ تون.

2. ڪـات ڪلال قـتل منجهہ قـاتل، قـائم ڪنڌ ڪـٺيءَ تي ڪـامل،
توحيدي تبر ۾ تون.

3. پـئـمـال پسڻ پـروانـہ پَـس تـون، وحدت واروُن واريم وس تـون،
حاضر حڪم هنر ۾ تون.

4. ارض و سـمـاء اثـبـات اشـارو، تـوحـيـدي طـُولان تـنـوارو،
شامل شمس قمر ۾ تون.

5. مگـن مـخمور مئـي مَـٺيءَ تي، حـاضر ٿـي تون حمير هـٺـي تـي،
موڪيءَ واري مندر ۾ تون.

6. نـفي اثـبات عَـلم "انـور" لـي، سَـير سمورو ثـابت سِـر ٿـي،
عدم واري اثر ۾ تون.

# ڪافي 136

ايندا نيت نانگا، نظر جي نظاري،
اسرار اعظم، عشاقن اوتاري.

تيا مست مخمور مَئي جا مدامي، صفا سَير سردار سالم تيا سامي،
اثبات اعليٰ اسم ڪيا اشاري.

هليا جُنگ جوڳي جذب ڪي جاڳائي، وڏا ونگ واسينگن وصل جا ورائي،
هٿي منڊ مستي مرلي سان ماري.

"انور" اثر عشق عاشق ٿا اورن، ثابت سخن سر جو سلطان سورن،
همدم هُڳامو حڪم جي هاڪاري.

# ڪافي 137

ٿلهه: نيزي ناٺ نسنگ، نانگا سي نروار ٿيا.

1. شوق شرابي شاهه جا. شهبازي شائق،
مست مهيسي ملڪ تي، محبتي مالڪ،
مَتّي تي سي ملنگ، مدامي مَئدار ٿيا.

2. ڪُوپا هن تہ ڪَنّي تي، ڪامل ٿا ڪَسجن،
ڪنڌ جنهين جا ڪات ۾، ڪوڏيا ڪين ڪڇن،
وحدت وارو ونگ، ويراڳين واپار ٿيا.

3. برهه وارن کي برسي، پيڙ ٿا پڙڪن،
منجهه جلالي جوش ۾، جوڳي جنگ جلن،
پروانہ سي پتنگ، مچ تي مختيار ٿيا.

4. اناالحق اثبات ٿيو، اندر عُوشاقن،
"انور" منجهه ميدان ۾، مانجهي ڪين مُڙن،
آذوتي اڙٻنگ، عاشق اوپر دار ٿيا.

# ڪافي 138

ٿلهه: نگهہ ناٿ واري، نظر ٿي نظر ٿي،
عطا عين اعظم، اثر ٿي اثر ٿي.

1. قدم جن ڪمايو ڪلالي ڪمالي،
ڪولاهي ڪپرڪي ڪٿر ٿي ڪٿر ٿي.

2. بقا بيڪ باپوت برسر بحالي،
بنائي بسر جن بندر ٿي بندر ٿي.

3. قتل ڪل قدم ٿي ڪپن ٿا ڪپر ڪي،
قرب آ ڪمالين قدر ٿي قدر ٿي.

4. ورهہ جن وسايو ولايت وندر آ،
وصالي ويراڳين وڪر ٿي وڪر ٿي.

5. عوشاقي اثر عين "انور" علم ٿيو،
اشارو اناالحق اندر ٿي اندر ٿي.

# ڪافي 139

ٿلھ: جيڪي ناٿ نظر نروار نسنگ، آھي مست مھيسي مَٺ تي ملنگ.

1. حُسن ھادي جي حيران ھزاري، نادر ٿيا نيشان نظاري،
اثبات اچي ڪيا عين اشاري، آيا پڙ ۾ پيھي پرواڻ پتنگ.

2. قرب ڪيا ڪيئي ڪوند قتل، انڪار ڇڏي اظھار اصل،
اختيار اسمُ اعتبار ازل، چڙھيُن رمز رندي جي راز جو رنگ.

3. ”انور“ پيھي تون پاڻ ۾ پَس، لھ ڳر ۾ ڳم تي گوھر گس،
ڪر سَير سمورو سِر جو سرس، وڃا ويراڳين ڪي وحدت ونگ.

# ڪافي 140

ٿلھ: جنھين تي ناٿ جي نيھي نظر ناھي،
عطا عشق واري اُن، اثر ناھي.

1. ڪري ٿو جوڳ جوڳي ھي، جڳت ۾ جسم جو جلوو،
تنھين ڪي سَير صحبت جو، سفر ناھي سفر ناھي.

2. قتل لئہ ڪات ڏي ڪاھي، ڪپي ٿو ڪنڌ جي ڪوئي،
بِنا ڪامل ڪپڙ ڪي ڪا، ڪٿر ناھي ڪٿر ناھي.

3. عوشاقي اَتل ”انور“ جي، اشارو ٿم ٻاڍِني جو،
اسم اسرار عالَم ٻن، اندر ناھي اندر ناھي.

# ڪافي 141

ٿلهه: منهنجي نظر نيشان، شير شتابي ڪيا هن شائق.

1 ڪُن فَيڪون جي آواز اُڙايا، حيرت ۾ حيران،
حڪم ٻُڌي تيا حوران ملائڪ.

2 آدم ڪي جڏهن اسم اسان جي، ورد ڪيو ويران،
تڏهن تيو آ امر تي عاشق.

3 سليمان سڪندر تيا تخت ڪان تارڪ، منهنجي منڊ مستان،
در در ٻِڪيا ڪرن بلاشڪ.

4 جنهن ڏينهن ڪربل ۾ قتل تيو قائم، صوفين سر سلطان،
لال لهو ۾ وڃي تيا لائق.

5 منصور جهڙا مرد مٺي تي، ڪٺيءَ تي قربان،
منجهه في الله جي فنا تيا فائق.

6 "انور" اسم اصل ڪان اعليٰ، جاڳي ڏٺم جهان،
بره ڪيو آ بردو بيشڪ.

# ڪافي 142

ٿلهه: گهور ڪيو غازين، غمزي باز غماز سان.

1. جوڳين جامون جڳ ۾، جلادن جاري،
تبر تن طبلا ٿيا، سورهه ڪن ساري،
سيف متي سامين، سارا سي سِر ساز سان.

2. منجهه ميدان مَتڻيءَ تي، ڪَتڻيءَ تي ڪامل،
جُنگ جلال جَهتني تي، وَتيءَ تي واصل،
پيا سي پيڻن، پسڻ جي پرواز سان.

3. پَسڻ خاطر پنهنجي، پروانہ پئمال،
مچ ڏسي مَحَوَ ٿيا، موتڻ تن محال،
رهبر رنگ رَچن، رنگيني سو راز سان.

4. وَنَحنَ واري وِٽ وَئي، منجهه وصال وصل،
اشارو اثبات ٿيو، "انور" عين اصل،
عوشاقي ٿا اچن، اَنَا الحق آواز سان.

## ڪافي 143

ٿلهه: ڪيتم سير سراسر سارا، وچ صفات ذَي ذاتي دا.

1. وچ منصور ذَي ڄاڻ اِهو ڄاتم. اَنّاالحق اسماتي دا.

2. ظاهر دي وچ ڪيتم ظهورا، قربِاذِنِي اوقاتي دا.

3. مست تيا هَي، وچ مَئخاني، ناز نفي اثباتي دا.

4. همدم هَي هوشيار هميش، حاضر حال حياتي دا.

5. "انور" ڪُن فَيَڪون دا سارا، ٻول پڙهيم پرياتي دا.

## ڪافي 144

ٿلهه: حق ڪر ڄاڻين هڪ ذات، پاوين جهات.تون يار اندر وچ.

1. تن من طبلي تار تنواران، لاهوتي لَنُوَ لات.

2. آدم سر تون سمجهه الاهي، ڪُنفَ دا سَير صِفات.

3. مُوتُو قَبلَلَ اَنتَ مُوتُو، آپ سڏاوِين اِثبات.

4. اَنّاالحق چَئُ تون "انور" سائين، توٽي ڪپئي ڪنڌ ڪات.

# ڪافي 145

ٿلهه: هَليا جُنگ جوڳي، پنائي ڇير جامـون،
وِڙائون هَل هِنگلاج، هادين هُنگامـون.

1. ٽبر تيز طُولان، نانگن جا نيشان، سامي ٿيا سلطان، وڏي وير وهَمون.

2. نادر نظاري، اثر عشق واري، سولي سيج ساري، ويا سوره سامهون.

3. دولهه دلاور، ٿيا ثابت سخن سر، "انور" بهادر، نسنگ ناٿ نامون.

# ڪافي 146

ٿلهه: جوڳي رات هنگلاج، وڃڻ وايون ڪن،
وڃڻ وايون ڪن، پورب پنڌ پڇن.

1. الله هُو تہ اندر ۾، ورد ويراڳين.

2. مُوتُو قبلل ماڳ جي، وحدت وايون ڪن.

3. ڪاهوڙين ڪي خيال جو، اوڃڻ آديسين:

4. سورهہ ساجد سر جا، نانگا ناٿ نمن.

5. هلڻ جو حبيب ڏي، امر عوشاقن.

6. توَڪل تڪيو جن جو، طالب تنوارن.

7. "انور" عجيبن ڪي، لڌو لاهوتين.

# ڪافي 147

وائي: جوڳي جسم جلائي سامي هليا سفر تي،
نانگا نفي نظاري نيهي چڙهيا نظر تي.

1. بانڪا بحال باقي، يار يڪا تيا ياقي،
اعليٰ عجب عشاقي، عاشق اڏي اثر تي.

2. سالڪ سفر سنيائي، ڪامل قدم ڪڏائي،
قربون ڪنڌ ڪپائي، قائم ڪنّي ڪثر تي.

3. غازي گلاب گوهر، عاشق عجيب "انور"،
بيحد برھ بهادر، بيشڪ بقا بندر تي.

# ڪافي 148

ٿلهه: غازي هليا گرنار، جوڳي جڳت واري جوڳ جڳائي.

1. گوهر ڳن گيان ڳڳن ڪئي ، گوڙ مٿي گجڪار.

2. ناٿ نظاري نادر نيهي ، نانگا ٿيا نروار.

3. سگيون سَنڪ سالم سيئي ، سوره چائن سردار.

4. طالب تڪيا تَڪي هليا ، توحيدي تنوار.

5. ڪَنٿ ڪَڙولا ڪُنيل ڪَڙيون ، جوڳين جا جنسار.

6. ووڙڻ واري واٽ وصل تي ، واسينگن جا واپار.

7. الڪ اسم اثبات ڪيا اعظم ، آڌوتي "انوار".

# ڪافي 149

ٿله: جوڳي جهاڳي جبل، ڪامل سي قربان ٿيا.

1. سُڃ سڃاڻي صابري سامين ڪيا سفر،
نِڪهه ٽِيڙن نانءَ جي، متان نوڪ نظر،
حڪم ساڻ هڪل، هادي تي حيران ٿيا.

2. منجهه ويراڳي واٽ ۾، وحدت وايون ڪن،
سناسي سُرها ٿيا، سر ڏنو سامين،
آڏوتين لئه اجل، اوجاريل امڪان ٿيا.

3. ٻَن بيان برهه جو، پايو تين بيشڪ،
راءِ ريجهائي رِند ٿيا، حاذق ٻولن حق،
ثابت چائي سل سل، سورهه سي سلطان ٿيا.

4. "انور" عشق اٿهن جو، جن جاڳايو جسم،
لهي ويا ٿن لطف سان، غازين جا سڀ غم،
عاشق عين اُملهه، مالڪ سي مَئخان ٿيا.

# ڪافي 150

ٿلهه: جوڳين سان جيءَ جڙيو، اڙيو منهنجو سامين سان.

1. دونهان اندر ۾ ويا تہ دکائي، ساهہ سُورن ۾ سڙيو.

2. هيءَ بندياڻي بر ۾ ڇڏي ويا، لاهوتي نہ لڙيو.

3. "انور" کي ويا الک جاڳائي، ٻيو نہ حرف مون پڙهيو.

# ڪافي 151

ٿلهه: ڪالهہ لنگهي ويا ڪاپڙي، اهي آدوتي اڙٻنگ.

1. وچ تي ويراڳين کي، وحدت وِڌا ونگَ.

2. لڳن ڪنهن لقاءَ جو، ڏونگر مٿي ڏنگ.

3. جلن تا اِنهي جوش ۾، پروازي پتنگ.

4. جِتي جاءِ نہ جهوپڙيون، اُتي جوڳين لڳي جنگ.

5. ماسوا الله جي، نانگن ڪهڙو ننگ.

6. لِکيو لاهوتين سان، "انور" تُنهنجو انگ.

# ڪافي 152

ٿلهه: لاهوت لامڪان، ٻِن عاشق ٻيو ڪير لڱو ماڻي.

1. آلانِسان سِرِي وآنَا سِرہُ، ساڳي سر سبحان.

2. توحيدي تن طبلا تڻ تڻ، لاحد نينهن نيشان.

3. عرش عظيم اَنَا الحق "انور"، ٻي خودي بات بيان.

# ڪافي 153

ٿلهه: وڃن ٿا سناسي سفر تي ڪاهيون، جبل ۾ تن جون آهن جايون.

1. احرام اناالحق اعليٰ عجيبن، فاني في الله جون ڳل ڦاهيون.

2. من خدايم موج جا مالڪ، بار برهه جو وتن چايون.

3. قُم بِاذنِي قول آ قائم، خوب خوشي سان ڪَل ڪلايون.

4. آذوتي اثبات عدم ۾، گهور ڪري لک ويا گهايون.

5. گوهر غازي گڳن جون گوڙان، غير غبار جو گُن ڳايون.

6. ماڳ مئيخاني مئي دم مئي دم، مَن راڻي وصل جون وايون.

7. "انور" اسم اصل ڪان اعليٰ، بادم ٻي دم برهه پايون.

# ڪافي 154

ٿلهه: انهي وات وحدت ۾ واصل ويراڳي،
ڪرن سير سر جو سردار ساڳي.

1. برهه بيقراري تنهين سُڌ آ ساري،
رکن رمز رهبر رندي راز واري،
ڪرن جوڳ جڳ ۾ جذب جن ٿيو جاڳي.

2. ورهه جي وسائي ويتا سر سنباهي،
بايوت برسي بقا بن بنائي،
مالڪ مندر تي ٿيا مختيار ماڳي.

3. هنيائُون نينهن نعرو نسنگ تن نظارو،
اسرار اعلىٰ عشاقن اشارو،
تُرتوُن تبر ۾ تنهين تار تاڳي.

4. "انور" ملنگ مست مئي پي منداٽي،
اهو ملڪ مستي جو مظهر تي ماٽي،
وصالي وصل ۾ وٿاٽن تي واڳي.

# ڪافي 155

ٿلهه: سينگاري سفر کي سمايون،
مهيسي مَنّي کي ملهايون.

1. جذب تي جُسي ۾ جسم جي جلالي،
جڳت جوڳ جُڳ جلايون جلايون.

2. ڪولاهي ڪپر جو ڪري قرب قائم،
قتل جي ڪَنّي تي ڪپايون ڪپايون.

3. حڪم جي حشر جو هڱامو آ همدم،
حلاجي هنر کي هلايون هلايون.

4. عدم منجهه اشارو علم تيو عوشاقي،
انل عين "انور" الايون الايون.

# ڪافي 156

ٿلهه: بيشڪ بقا بندر تي بازي بڻي بحالي،
جُنگ جام پيئڻ جوڳي جامون تنهين جلالي.

1. مئي پي مَٽي جا ماهر محڪم ٿيا مدامي،
مختيار ٿي مندر تي مالڪ اصل موالي.

2. ڪوڏيا ڪسڻ جا ڪامل ڪاهي اچن ڪٺي تي،
ڪرپن ڪيو قرب ڪي قائم اصل ڪلالي.

3. "انور" نفي مان نادر نانگا نسنگ ٿيا نيهي،
نَر نات جي نظاري آهي نظر نرالي.

# ڪافي 157

ٽـُـهـنـجـي شـراب خـانـي، آهـي شـراب سـاقـي، ٿلهه:
تـَنـهـن جـي پـيـئـڻ سان مون کي، ڏاڍو ثواب سـاقـي.

1. مَـين هون مست مـوالـي، منهنجو سـوال نـہ خـالي،
هـردم رهـي جـلالـي، سـنـدو جـواب سـاقـي.

2. چـشـمِ چمن ۾ چَـل پَـل، گـلـزار لاٿـي گـل ڦـل،
هـِـڪـار حق جي هـَل هـَل، ٿيندو حساب سـاقـي.

3. مـخـمـور مَـٽـي تـي مـاهـر، ٿيندو هـي ذوق ظـاهـر،
نـيـزي نـشـان نـادر، نـيـهـي نـواب سـاقـي.

4. "انــوار" ســر آوازي، بـحـرِ عـمـيـق بـازي،
گـِـرداب گـوهـر غـازي، گـم ٿـيـو حـُبـاب سـاقـي.

# ڪافي 158

ٿلهه: ساقي شرابِ عشق ۾، مدهوش مطلب ٿي پيو،
الله هُو اظهار ٿيو، مَئيءُ نوش مطلب ٿي پيو.

1. بشر هي باقي آهي، خود خاص هي ساقي آهي،
خِرقو منهنس خاڪي آهي سَر پوش مطلب ٿي پيو.

2. جلوو نظارو نور جو، جيئن اَنا الحق منصور چيو،
سوليءَ مٿي دستور ٿيو جر جوش مطلب ٿي پيو.

3. هر بحر ۾ ڇاٽي هِڪو، پردو ڪُليو ٿِي پيو پڪو،
ياقي زهيو يار يڪو باهوش مطلب ٿي پيو.

4. جيڪي آهين تون چَئُہ ڪٿي، جيڪو ٻانهو سو آ ڏٺي،
"انور" شُڪر چُپ ڪئي ڪٿي خاموش مطلب ٿي پيو.

# ڪافي 159

ٽلو: ساقي سر جا ٿي سلطان، آهيون نانگا نانگا،
مالڪ مست قرون مَئيخان، آهيون نانگا نانگا.

1. دائم دانَهه ديد درازي، ڪي هِن پيادا ڪي پروازي،
ڪن کي قرب ڪيو قربان، آهيون نانگا نانگا.

2. رمز اسان جيُ آهي نرالي، ڪر ڪيون ٿا يار ڪلالي،
لاٿق لال ڏسي لاٿان، آهيون نانگا نانگا.

3. جي ڄاڻن سر صاف سودائي، اسان اوڏانهن ڪڻي وکڙي وڌائي،
ڪيو علم عقل ارمان، آهيون نانگا نانگا.

4. عالم عابد زهد عبادت، آهي اسان جو قرب ڪرامت،
توڙي وِره ڪيو ويران، آهيون نانگا نانگا.

5. جوش جلالي جذب جهٽون ٿا، حال حَلاجي ڪين هٽون ٿا،
آهي نينهن ڪيو نيشان، آهيون نانگا نانگا.

6. بار بره جو بي پرواهي، شوق اسان ڪڳي شهنشاهي،
آهي عرش مٿي آستان، آهيون نانگا نانگا.

7. ڄاڻ اِنهي ڪي ڄاڻ سان ڄاتم، "انور" سارو سير سڃاتم،
جيڪو الله سو انسان، آهيون نانگا نانگا.

# ڪافي 160

ٿلهه: اسين مست مَئي جو مَنهه ٿا ملهايون،
توحيدي طبل کي وڄايون وڄايون.

1. پائي جامون جنسار ٿي جوڳي جلالي،
نِمي نات کي ٿا نچايون نچايون.

2. قدم قرب وارو آ سِرَ تي سُواري،
ڪيئي نام نادِرُ نوايون نِوايون.

3. قَدح جي ڪبابي ڪلالي قرب سان،
پي جام پِرتوَنُ پيئايُون پيئايُون.

4. ٿيو مست مدهوش "انور" مهيسي،
انل جي اشاري اَلايون اَلايون.

# ڪافي 161

ٿلهه: مـنـصـور ٿي مـدامـي مـئـي جو مـنـدر مـلـهـايـون،
پـئـيـمـال ڪـي پـجـاڻـي پـنـهـنـجـو پـسـڻ پـسـايـون.

1. اسـرار ڪـي الاڻـي، اظـهـار آلاڻـر تـي،
عـقـاب تـي اڏامـي، انـڪـار ڪـي اڙايـون.

2. بُرسر بـقـا بـنـدر تـي، بـلـڪـل بـلـغ بَـسـر ٿـيـو،
بـرحـال تـي بِـسـر ڪـي، بـاسـر بـحـر بـنـايـون.

3. انـحـد اشـارو اعـلـيٰ، اوقـات جـي اٿـر ير،
"انـور" ٿـيـو عـيـن اعـظـم، اَنَ اَنَ اسـم الايـون.

# ڪافي 162

ٿلھ: مست مُدام مَئي مَٽ تي، مَرد ٿيا مختيار ميان.

1. سِر ساغر جي سِر تي، صاف ٿيا سلطاني،
سِر سبحان ٿيو سالم، ساقيءَ جو سردار ميان.

2. ڪاڻ قتل جي ڪوڏيا، ڪات ڪَنيءَ تي ڪاهن،
قدح ڪلال جي ڪيڙا، ڪُوپن جا ڪاپار ميان.

3. منجھ ميدان جي مالڪ، ٿيا منصور مخموري،
ملڪ مهيسي ماڻي، مڳن اصل مئيدار ميان.

4. سِر عوشاق جي اعليٰ، ٿيو اثبات "انور" هي،
منجھ انسان اعظم جي، اسر آهي اظهار ميان.

# ڪافي 163

ٿلھ: مڪي ٿيو سي مَئي دي وچ، مَئي دا هويا بات بيان.

1. لا مذهب سَر مذهب مَين هون، مَين هون صورت اعليٰ شان.

2. لا لاهوتي لاحد مَين هون، اَنَاالحق هي مُلڪ مڪان.

3. مَئي پيالا پِي ڪر "انور"، جوڙيم سارا جمل جهان.

# ڪافي 164

ٿلهه: پُر پي پريم پيالا، پَيمان جي پساري،
مستان ٿيا مهيسي، مخمور مَئي متاري.

1. اسرار عشق اعليٰ، اظهار منجهه عوشاقي،
القاب أنَا الآدم، انسان ڪيو اشاري.

2. قطري ڪمال قائم، قربَون ڪلال قاتل،
ڪمرِ ڪُلاهه ڪثرِ، ڪوهِي ڪپر ڪناري.

3. نادر نشان نيهي، نازڪ نفي نسنگي،
نرمل ناٿ نظر جي، نانگا چڙهيا نظاري.

4. گَن گيان گت گگن جي، گل گل گلاب گوهر،
غازي غواص غربي، غمزي غلب غباري.

5. منسب مڪان مَين هون، منظور ملڪ مستي،
"انور" عشاق اعليٰ، اظهار ٿيو اوتاري.

# ڪافي 165

ٿلهه: پيتم ڪيف ڪلال، سر سلطان ٿيو آ ثابت سارو.

1. مدهوشي واري ماڳ تي محڪم. ضايع زُهد زَوال،
ڪير ڇوي ناهي ڪافر ڪارو.

2. وارِد ٿيون مون تي وحدت وَٽيون، پَٽَ ڪيو پيمال،
جاتي نادر ناٿ نظارو.

3. ڪُنتُ ڪنزاً مخفي وارو، جاڳيو جذب جلال،
مَنرأني وارو اعليٰ اشارو.

4. "انور" عشق امر ٿيو اعظم، بيشڪ قرب ڪمال،
اَنــاالحق وارو اتــم اتارو.

# كافي 166

ٿلهه: **شهنشـاهـي شـاهـانـ، شـوق شـرابـي مَـين هـون.**

1. جوڳي جُنگ جلالي، قادر قدم ڪمالي، قائم قرب ڪلالي،
قدح ڪبابي مَـين هون.

2. احدَون عـبد عـيانا، سالـم سخـن سمـانا، رازق ربَ رحمانا،
رِندي رَبابي مَـين هون.

3. صوفي سر سبحاني، لاحد لقب لاثاني، "انور" نظر نيشاني،
نادر نوابي مَـين هون.

# ڪافي 167

ٿلھ: ساوي گھوٽن خوبا، يار پيئڻ ٿا صوبا.

1. ينگ نهين اهو رنگ الاهي، محب اسان نون آڻ پلائي، پَن آهن وڻ طوبا.

2. مُلان پِن پِن رهه ڳَئي لولي، ڪين ڪي سمجهي ٿي ڳَئي پولي، وسر ڳَيوني محبوبا.

3. "انور" عشق عجائب آهي، جام بره جا پيالا ناهي، شوق تنهنجي ۾ مَوئن پيئبا.

# ڪافي 168

ٿلهه: جيڪي موڪيءِ واري آيا مَڻ مَڻ، اتي سرواهن جي لڳي سَڻ سَڻ.

1. آيا مرد ميدان ۾ مانجهي ملنگ، نروار نظاري نانگا نسنگ،
ڪئي آ جامع جلادن جاري جنگ، جهلڪار جهادي ڪن جهڻ جهڻ.

2. سلطان سينگارن سر سارو، نانءُ دار هڻن ٿا نفي نعرو،
اثباتي وَارو اعليٰ اشارو، وحدت وصال واري وسي وڻ وڻ.

3. ڪيو هادين هُڱامو حشر هاٿي، مختيار مندر ڪي وينا ماٿي،
رسمات رندي ڪي رهيا ڇاٽي، هر حال حلاجي واري هڻ هڻ.

4. آهي عشق امر "انوار" اسم، اثبات ٿيو اظهار علم،
ڪري قادر آيو سارو ڪم، ڪڍي ڪات ڪلالي ڪري ڪڻ ڪڻ.

# ڪافي 169

ٿلهه: **محڪم مڪان مستي، مئي دا مزا هي،**
**رازق رياض روحي رهبر رضا هي.**

1. سر سوز ساز سالم، سرندي ڪي صاف ساهي،
غازي غواص غرقِ، غمزي غذا هي.

2. مخمور مئي منباڻي، مجذوب مست منصب،
سلطان سر سجاڻي، صحبت سزا سزا هي.

3. ال ال عطا انسِ، ان ان عقاب "انور"،
جُڳ جُڳ جمال جسمِ، جوڳي جزا جزا هي.

# ڪافي 170

ٿلهه: مـڪن مٿيدار ٿي مـالڪ، منڊر مختيار بن آيا،
اسـم اثبـات ڪـر عـاشق، عدم اعتبار بن آيا.

1. نظـر نـروار دي نـيهي، نـسـنـگ نـيشـان آ نادر،
نـڪـه والي نات شت نيزي، تـُفنگ تلوار بن آيا.

2. بـن تـصـويـر تـوحيـدي، طـبـل طـُولان ٿـي تـازي،
تـڪڙ ڪـر تيز وڃ تن دي، حـُڪـم هڪـوار بن آيا.

3. هـڳامي حـُل حشر هادي، هلاوي حال دي همدم،
حـقـيـقت دي هـڪـل حق حق، علـم اظهار بـن آيا.

4. سـر عـوشاق دي اعـلي، ٿـيا اثـبـات "انـور" هي،
وڃ انـســان اعــظـم دي، انـــل اقـرار بـــن آيـــا.

# ڪافي 171

ٿله: وڃڙي ڪين مَران دلبر توکان جُدا،
هيڪر محب مِلي ڪيان ساھ فدا.

1. هي سر منهنجو نَظر اوهان جي، منهنجي صرف آهي دِل جي صَدا.

2. عرض اسان جو سهڻل سائين، ڪر منظور تون نام خدا.

3. وَنَحنَ اَقرب پاڻ چيو هُئي، ڇڏ تہ ڀلا منهنجي کهڙي خَطا.

4. لا تقنطو چيو "انور" سائين، ڪِين ڇِنڻ واري تُنهنجي اَدا.

# ڪافي 172

ٿلهه: دلبر ڏي ديدار، منٺار موليٰ جي نانهه تي.

1. جاڪون جانب لاٿي هر ياري، سڪڙي اوهان جي ۾ آهي بيقراري، مون ڪي ڪر نه ڌار.

2. هڪ ڏينهن پنهنجو رخ ڏيکاريوئي، سرمون سينڌ تي سرخي لايوئي، ويندي ڪيئي نه ويچار.

3. تُنهنجي اچڻ ۾ خوشحال ٿيو آ، وري جدائي ۾ بيحال ٿيو آ، تنهنجا ناز ڏنم نروار.

4. هڪ ڏينهن سال برابر آهي، جاڪون جانب وئين موڪلائي، اکيون روئڻ ٿيون نار.

5. سانگ چڙي ويهه هڪ وار مون سان، ڪيان ڏکن جن ڪي ڳالهيون توسان، سورن جون سردار.

6. ڳاني تي سهري ميندي نه ساڙيو، باهه هجر جي ۾ سينو نه ٻاريو، برهه سنلو بيمار.

7. جيڪي چاتم سو ڳل پاتم، بار عشق جو سِر تي چاتم، آڏو آيم اقرار.

8. جي تون "انور" ڏِسين اچي ماهي، شوق انهي ۾ چڏ پنهنجي شاهي، ميم الٿي مختيار.

# ڪافي 173

ٿلهه: مِـل تـون شـيـوَن لال، هــاڻــي ڪــر ٻــلايــون ٻـال.

1. مـون آهـيـان چـريـو سـودائـي، مـاري يـار اوهـان جـي جـدائـي،
ڏاڍو ظلم آهي زوال.

2. ڪِـل يـار ڳـالـهـيـون ڪـر جـانـي، دل ڏاڍي آهـي ديـوانـي،
هاڻي جيئڻ لڳو جنجال.

3. تنهنجي عشق ڪيو آ ديوانو، مون کي لوڪ ڏين ٿا طعنو،
اِها سِـکي اَٿـو ڪنهن کان چال.

4. تنهنجي نينهن ڪيو آ نانگي، مان جهنگ ٻر جهونگاريان جهانـگي،
ڪيهو پيو مٿان مون ڪال.

5. تنهنجي در تي آهيان سوالي، مون کي يار نـ ڇڏ تـون خـالـي،
آ پير پري ٿئي ڪمال.

6. چـوي "انــور" نـالو خدا جو، شل تـرس پـوئـي مـان جـدا جو،
هجي قرب ٿيان مان نهال.

# كافي 174

لله: آمل سائين دير نہ لاوين، عشق تيڏي ديان لٽيان،
وچ افلاڪان سَٽي سَٽي چاڪان، سوز فيراقان سَٽيان.

1. ڪوهہ ڪشالي ڪون سنيالي، حُسن ويچالي ڪيتس حوالي،
نال خريدي شاهہ جمال، ڪيتيان مصر ديان ڄٽيان.

2. رات دا ويلا اٿ ڪي ليليٰ، جهنگل ٻيلا يار اڪيلا،
رو رو ڏنڙس محب دا ميلا، ڪڙڪي ولهيان ڪٽيان.

3. سهري ڳل وچ هوت بغل وچ، ڪيوين ٿل وچ ڳيا هڻ پل وچ،
ايوين هوندن درد اصل وچ، سُتڙي باڪان ڦٽيان.

4. قرب ديان ڪيوين لڳيان ايوين، جيوين تيوين يار دي ٿيوين،
ميهر ميهر نام ڪون نِيوين، چاڪي ڪچيان مٽيان.

5. تخت هزارا ڇوڙ ڪي يارا، ماريس نعرا واهہ دلدارا،
هڻ آيا هي هير دا وارا، گهُم گهُم ڳولي گهٽيان.

6. جي تون چاٽي يار دي پاٽي، نہ ڪر ماٽي سوڊي سياٽي،
چا ڪريندا داٽي داٽي، ناتر واليان نٽيان.

7. خاص خيالي مست موالي، ڪر ڪي جلالي ملڪ دا والي،
آ ڪڙا در صاحبان سوالي، ڳل ڏونهان دي ڳٽيان.

8. چاڪ سڏيسان مول نہ ويسان، جُتيان تيڏيان سر تي چائيسان،
خاڪ قدمان دي اکيان پائيسان، "انور" خوشيان ڪٽيان.

# ڪافي 175

ٿلهه: هڻ ڇوڙ بيگانَي لوڪان وويان، ڪِٿ وڃ لايوني جهوڪان وويار.

1. ڪيوين جدائي پئي هَر پلڙي، درد اولڙي مول نہ ولڙَي،
لڳيان نينهن تيڏي دِيان نوڪان وويار.

2. دلبر ڪر ڳيون بيپرواهي، وڃ پرديس ڏَي ڇوڙڪي ماهي،
آئيان سر تي ملامَت ٺوڪان وويار.

3. لوڪ اويڙا دشمن ويڙها، راڄ باباٺا لاوِم جهيڙا،
هڻ راز تيڏا ڪيوين روڪان وويار.

4. تئُون بِن بيا هُڻ ڪَون سنيالي، اُجڙيان دِليان تي پال ڇا پالي،
ٿِيوَن وڃ مُحبت موڪان.

5. ڪوجهيان ٻوجهيان تيڏيان ڪالِين، ڪرڙ ڪندي تي سُڪڙ يان ڇالِين،
سَبز ٿيوَن سپ سوڪان وويار.

6. ماسوا تيڏَي لاقيد ٿيوَي، برهہ دي باندي "انور" جيوي،
پَئيان عشق ديان ڳل وچ طوقان وويار.

# ڪافي 176

ٿلهه: روز ازل ديـان تـانـگـهـان، لـڳـيـان يـار ديـان.

1. قـالـو بـلـيٰ ڪـوئـي مـام پَـڇـاڻـي،
اَلَستُ بِرَبِّڪُم بـانـگـان مِـلـيـان يـار ديـان.

2. تِـيـر نـيـنـان دي چُـڀـڙي تـازي،
سيـنـَـي دي وچ سـانـگـان لـڳـيـان يـار ديـان.

3. "انـور" چِـتـيـان روز جـو پَـڙهـدا.
قُـرب تـيـڏي ديـان ڪـانـگـان لـڪـيـان يـار ديـان.

# ڪافي 177

ٿلهه: بـي ڪـفـن بـازار ۾، رولـي ڏسـو تـہ رقـيـب ڪـي،
لا ڪَـفـن عـاشـق هجي، شل ترس پوي ڪو عجيب ڪي.

1. مڙهہ مٿان محڪم حڪيمن، ڪي ويهاريو ٿا توهين،
جيڪا هئي ربّ جي رضا، طاقت ناهي طبيب ڪي.

2. هـن جنازي جي منع، توهين مُـلـن ڪـي ڪـيـو ادا.
لاش منهنجي کي ڪٽي، هڪدم ڏيو تہ حبيب ڪي.

3. تقدير "انـور" جي مٿان، ڪُـن اچي ڪڙڪـو ڪـيـو،
قـلـم ڪـان ڪـاڏي وڃـان، ڇـا چـوان نـصـيـب ڪـي.

# ڪافي 178

ٿلهه: اڄ بيماري وئي ڇڏي، محبوب جي ديدار ۾،
قربان ٿيان ٽنهن يار تان، ڪونهي ڪو گهڻ اقرار ۾.

1. مون لکيو خط يار ڏي، هاري هنجون هن حال مان،
ٻانهون ٻڌي قاصد چيو، عاشق اَٿئي آزار ۾.

2. مُئي ڪان پوءِ محبوب جيڪر، جي اچي منهنجي مٿان،
هڪدم اٿي سجدو ڪريان، توڙي هجان مزار ۾.

3. "انور" چوي ساري خلق ۾، تجلو شمع اظهار ٿيو،
لکين پروانا ويا جلي، احمد سندي انوار ۾.

# ڪافي 179

ٿلهه: اڄ يار منهنجي آيو ماڳ آ. ڀلي جون ڀلايون ڀلو ڀاڳ آ.

1. دلي عرش جو ڪليو باب آ. اندر يار ساڪن ٿيو دلربا.
مظهر العجائب هليو راڄ آ.

2. جيڪي مون چوان ٿو چوان ٿو نہ مون. چوي ٿو اهو جو آهي روبرو.
العشق نارٌ اها آڳ آ.

3. جنهن کي ياد ڪيان ٿو آهي ياد مون. سواءِ آهيان سڄڻ جي نہ آزاد مون.
سَر مست سان سِر جو سهاڳ آ.

4. هجي ياد توکي قديمي قدم. آهي توسان دلبر رهيو دم بدم.
جي ڪولي اکيون تہ رهي جاڳ آ.

5. نگيني نقش جو نسنگ ناز ٿيو. ڏسو خيال منهنجي جو آغاز ٿيو.
نصرمُن الله ملي واڳ آ.

6. چيو يار اعليٰ مون الست آهيان. تحقيق تولاءِ آنا مست آهيان.
تڏهن تو هي "انور" ڀڏو ڀاڳ آ.

# ڪافي 180

ٿلهه: مدار جي دامن هيٺان، دلدار جو ديدار ٿيو،
پڙهان شُڪر الحمدالله، اڄ يار جو ديدار ٿيو.

1. صَنعان جي آغاز ۾، اقرار جي آهي ادا،
قيد ڪيو اَ حسن صنم، عطار جو ديدار ٿيو.

2. منصور اَنَا الحق چيو، حق هيو سو حق ٿيو،
ڪنهن نہ ڪيو ديدار حق، هڪ دار جو ديدار ٿيو.

3. حق چيو جنهن ڪي حقيقت، ميم آهي حق وري،
ميم ڪي منظور ڪر، "انوار" جو ديدار ٿيو.

# كافي 181

**ٿو سٿو واري سلام، سجده يار کون ڏيسان،**
**ڪعبہ ٻن احرام، سجده يار ڪون ڏيسان.**

1. جڏان وَت ياد کيتا هَي جاني. اَلَستُ بِرَبِّكُم خاص نشاني،
ڪيتم قول ڪلام. سجده يار ڪون ڏيسان.

2. صورت يار دي خيال شهانا. اَلانساني دا بيک بهانہ.
بن کي آيا امام. سجده يار کون ڏيسان.

3. قَلبَ المولا بيت هَي ربَّي، وچ تصديق دي الله حَسبي،
مَلَڪ جنهين دي غلام، سجده يار کون ڏيسان.

4. وَنَحنُ اقرب دلبر وسدا. مَن راٰني والا راز پيا ڏسدا.
هو کي مست مدام. سجده يار کون ڏيسان.

5. جان جان سَير کيتامئن سارا. هر جاء ويکيم نور نظارا.
وَه تصوّر تي وَه اسلام. سجده يار کون ڏيسان.

6. "انور" موج فنا دي مائين. ذات حقيقي يار کون جائين.
صاحبڏنہ جنهن دا نام. سجده يار کون ڏيسان.

# ڪافي 182

تلھ: ڳرداب ڳڳن ڳِھر ڳھُور ڏِٺم، پُردار پسݨ پرپور ڏِٺم.

1. هَي نينان دا نيشان نِسنگ، پَيمال تِيوَن پروان پتنگ،
هن مست محبوبي ماڳ ملنگ، چمڪار چندن چڪچُور ڏِٺم.

2. لَک لائق لال لاٽان لحم، فردوسي فيض فياض فهم،
رند رهبر دِي رَسمات رحم، اهو دائم دم دَستور ڏِٺم.

3. ڪَل ڪامل ڪيف ڪلال ڪَٽي، مخمور ملنگ مئيخان مِٽي،
جنسار ڪيتا هي جلال جهٽي، ميدان دي وِچ منصور ڏِٺم.

4. هَي "انور" دا اسرار اهو، اسرار دي وِچ اعتبار اهو،
اعتبار عجب اظهار اهو، وِچ نور دي ذوق ظهور ڏِٺم.

# ڪافي 183

ٿلهه: پَـڪـي پـنـوڪ پَـرائـي ڪُـڙي آ ڪُـڙي آ.
مـنـهـنـجـي دل تـنـهـيـن ۾ اڙي آ اڙي آ.

1. آهـيـون شُـتـر شـاهـي، ٿـيـا سـي جـو راهـي،
مَـتـو لُـٽ الاهـي، چـڙي آ چـڙي آ.

2. ويـم لـوڙهـو لاهـي، آيـو راهـڪ ڪـاهـي،
هـنـيـائـيـن سـوٽـا نـاهـي، تـڙي آ تـڙي آ.

3. مـلـي مـار مـسـتـي، وئـي هـوڏ هـسـتـي،
لـڳـي دو دَسـتـي، ڏڙي آ ڏڙي آ.

4. "انـور" تـيـو عـوشـاقـي، ڪـري وڏائـون يـا ڪـي،
هـٽـي نـيـل نـاڪـي، ڪـڙي آ ڪـڙي آ.

# ڪافي 184

ٿلهه: پاٽئون يار پرين تون ڌار نہ ڪر، محبوب منٿا منتار نہ ڪر.

1. لاتقنطو واري طلب اٿم، ونحن اقرب سانگو سبب اٿم.
مونکي يار اوهان جو عجب اٿم، ائين ڇڏي تہ وري انڪار نہ ڪر.

2. اهو نينهن ننگي نيشان ٿيو، واعدي الست واري جو امڪان ٿيو.
توتان قالو بليٰ قربان ٿيو، بَدل بول اوهان سان ٻئي وار نہ ڪر.

3. جنهن جو هڪ ڏينهن لکيو لوح قلم، تنهن جو دم دلبر سان آهي دم.
ڪاتي صيقل ڪاتي باغ ارم، اهي مليا تون بيزار نہ ڪر.

4. تنهنجا ويڻ وروڻهہ ويراڳ خوشي، پلو پائيان ياڳ سهاڳ خوشي،
لڳي عشق تنهنجي جي آڳ خوشي، سوين سور اٿم سنگسار نہ ڪر.

5. تُنهنجو مٽ نہ پائيان شمس وقمر، توڙي حوران پريون ملڪ بشر.
حيران ڪيا تو هڪ "انور". تنهن ساڻ وري تڪرار نہ ڪر.

# ڪافي 185

ٿلهه: ڳالهيان ياد آون، ڇوٽي لا ديان دلبر.

1. ڇوٽي لا ديان ڳالهين. ناز تيڏي ديان چالين،
سهڻيان نهنديان تيڪون ميندڻيان هار والين،
ڳل وچ چولا چيرا. سر تي لال چادر.

2. سُرخي لال لاوڻ. چشمان ڪجلا پاوڻ،
ديدان ديد رلا. هولي هولي آوڻ،
مُرڪڻ نال ڪُلئي، موتي داڻي هن دُر.

3. جُهڙ بادل مينهن وُٺي، خويش قبيلي رُٺي،
عاشق ڪيوين مُڙن، در تيڏي دي ڪُٺي،
وَل وَل قيرا پاون خاطر تيڏي نظر.

4. وَنَحنُ اقرب نيڙي، آکيوئي هوسون ويڙهي،
توتي لاوَن جهيڙي ڪوڙي ڪيڙي پيڙي،
مُول نہ وِسرن سُهڻا. ساري قول ڪثر.

5. وعدي پالڻهاري، واروُن وار واري،
سال مهيني صَديان. راتيان ڪتيان تاري،
تيڪون ڏيسان جاني، شاهد شمس قمر.

6. عرش فرش افلاڪي، نوري ناري خاڪي،

ساري ميڏي شاهد، جهڙي هووَن باقي،
تيڏي ڏيون تيڪُون، رُخ دي خال خبر.

بَس ڪر يار ادا، هڪ ڏينهن دا هَئي واعدا،
تيڏا هوسي اهو، تُون ول هوئين جَنهندا،
عاشق رهندي "انور" همدم، حُسن نگر.

# ڪافي 186

ٽلهه: تيڏي ڪارڻ سانول، راهه پليندي ڪَڙي.

1. نندڙين بَندڻين بانهي، هان مَين تيڏي جاني،
چَتڙي مَتڙي لڳي، قُرب تيڏي دِي ڪاني،
سئي سئي واري صَدقي، ميندِيان مَٽ نہ ڏڙِي.

2. رَنگپور ڪيڙِيان والِي، رات انديري ڪالِي،
روشن ٿيسي تڏان، جڏان تئين يال يالِي،
ويکي راتيان ڏِينهان، دِلڙي سُولان سَڙي.

3. تخت هزارا ماهي، چوڙ ڪي آيوئين شاهي،
هِير تتي دي ڪارڻ، رنگپُور ٿئڙوئين راهي،
ويس جوڳيان دا پايوئي، ڳهايوئي ڳهوران ڳهڙي.

4. تيڏا ميڏا اهو، قول قيام ٿيو،
ياد ڪريسِي اهو، جنهن ڳل عشق پيو،
درد وندان دي در تي، آوِم لعل لڙي.

5. مَست مگن عِشق عطا. ذات تيڏي هَي ڪِيتا،
رڳ رڳ رانجهَا آکي، لُون لُون دي وچ سِيتا،
شڪر ٿيا هَي دِل وچ، "انور" نال اڙي.

# ڪافي 187

ٿلهه: روبرا رانجهن اسان کي، يار ماريون ٿو وڃين.

1. سِينڱ پِرونَ جي بنائي، زلف رُودو تو وِڌو،
تِير چِڪي ڪنهن سُرت سان، جند جان ۾ پرين ٿو جَڙين.

2. دِيد جون هَٽي دُوناليون، دَرد جا دارُون وجهي،
قُرب سان قاتِل اسان کي، ڪان قَهرِي ٿو هَڻين.

3. سُک ڏيئي ڏک تو ڏيکاريا، چو ڇڏيوئي "انور" هِتي،
يار جيڪر گڏ هُجون، هاڻي جيئن توکي وڻين.

# كافي 188

ٹلھ: وَج آکو رانجھن آیا، میڈي سھٹي ھِیرنون،
تخت ھزارا چھوڑکي آیر ویک تصویرنون.

1. عاشق ھو کي شاھي والا سَٹ افلاک آیا،
در تیڈي ھیر سیالڻ خادم بن کي چاک آیا،
کیتئر منظور تساڈي تحفي تقدیر نون.

2. اَلستُ بِربّکُر قالو دي کلام کیتي،
مَین ھان شائق تیرا تیري انجام کیتي،
ھُڻ نھین نھندا تیکون چھوڑڻ دِلگیر نون.

3. وَنَحنُ اَقرب آکي چاکان والا پوش پاکي،
کُندیان تي کَتّیان والي لِگین خاک لاکي،
ایوین نہ رولو سیّان عِشق دي امیر نون.

4. طعنَي تي مھٹي ڈیوَن تیکون جھنگ سیال دي،
خاطر تون چا نِیاوین مَین مھیوال دي،
معافي ھُڻ ڈیوو سیّان جوڳي فقیر نون.

5. اَنّا احمَد بِلامِیمي صحي فرمان ھَي،
"انور" بٹیا تیڈي بِرھ دا نیشان ھَي،
تیڈي ھُڻ کَون روکي اکیان دي تِیر نون.

# كافي 189

ٹلھ: مولا ھِیر تتي دا پاک، رانجھن بَن بَن آیا چاک.

1. تَخت ھزارا چوڑکي ماھي، جوڳي بن کر تِیڑا راھي،
میڈي کارڻ بڻیا سِپاھي، خِرقا پایُس خاک.

2. کاڻ سِیالڻ سَیر سَدائین، جھنگل ٻیلا ھر جاء جائین،
اندر عشق دي ھر ھر آھین، آحدون عَبد عوشاق.

3. سندڌ سُلطان سڏا کر مولا، یار پَنجاب دا یَگڑا پولا،
نامُ محمَد مَھدِي اولا، عَرب عَجَمُ عِراق.

4. ھِند وچ ھادي ھِیردا آوِین، جَلدِي جانب قیرا پاوین،
دَم دَم دي وچ دیرا لاوین، بَقا تیوي بي باک.

5. صُورت جَھنگ سیال دي سارِي، رانجھن جھوکان لا ھِک واري،
بِرھ تیڏي دِي تیوي بَھاري، تیڏڑي ھي اِملاک.

6. جیتي یار لَڌا جھنگ سیالین، تیڏِیان رَمزان تیڏیان چالین،
پُلیان تي ھُڻ پال چا پالِین، فَنا کیتان فیراق.

7. ھِن وَت عشق تیڏي دیان قَنیان، ماھي جھنگ سیال دِیان جَنیان،
آن سنیالِین کالِیان کَنیان، بِن تیڏي خاشاک.

8. مِلیا ھوکا نینھن نَگر دا، ماھي مالک شوق شَھر دا،
ظاھر باطِن مَلک بَشر دا، آرض فَلک آفلاک.

9. منظور خَيال حضور دي وچ، کر ظاهر ذوق ظهور دي وچ،
ٿيوي وَنَحنُ اَقرَب دور دي وچ. گَهر "انور" دي اخلاق.

## ڪافي 190

لله: هوتُ بِنا هِت ڪِيئن گذاريان. ڪوهيارو ويو ڪيچ ڪَڙِي.

1. ڏير ڪري وَيا ڏاڍ ڏکي سان، چوري ويا اٿم رات چَڙهي.

2. وسري ڪِين ويچاري کي ور، جيڪا گهاريم گهوٽ گهَڙي.

3. جو دَم آهيان تَن ڏي ڪاهيان، جَن سان منهنجي جيءَ جَڙي.

4. ٻانيڻ ڪانڌ ٻروچ جِي ٻانهي، تانگهہ اوهان جي طَلب تَڙي.

5. سيجَ سُهاڳ سِينگار سُنتي جو، سُورن منجهہ ويو آ ساهہ سَڙي.

6. راتيان ڏِينهان روهہ ۾ رَڙدي، لال وَيا اَٿم لُڙڪ لَڙي.

7. جاڳيس ڪِين جَتن لڏ جيڏيون، چُورِي چڏي ويا چَپر چَڙي.

8. "انور" هوتَ پُنهل سان مُنهنجو، اَزلوُن وَيو اٿم اَنگ اَڙي.

# كافي 191

ٿلهه: خان پنهل سان پينر منهنجي دِلڙي آهي، ڪيچ وڃان شل ڪاهي.

1. رات وَنــــي ويَـــا ٿـــر وَرَ، ڏورڻ آيـــو ڏونـــگـــر.
ڳـــولـــيـــان ڪـــيـــچ شـــهـــر، هـــتـــڙي مـــنـهنجـو چـــاهـــي.

2. پـــور پـــنـــهـــل جـــو پـَــيـــو، هـِــتـــان هـــوتَ ويَـــو.
ڏيرن ڏاڍ ڪـــيـــو، سُـــور ڏيـــئـــي ويـــا ســـاهـــي.

3. هـــوتَ پُـــنـــهـــل ســـان "انـــور"، مـــون وري لاتـــوان لـَــڌيـــون،
قَـــلـــمَ اُصَـــل ڪـــان اَديـــون، ڪـــيـــر لِـــکـــيـــو هِـــي لاهـــي.

# ڪافي 192

ٿلهه: ڏِجان ڪيچ شهر کي سلام ڪانگا،
پُنهل رات ڪري ويو انجام ڪانگا.

1. اَڄُ ڏير آيا ڪنهن سَير آيا، وِڃهي هِن تہ ويچارِي سان وِيرُ آيا،
جيڪا دل ۾ وسي پنهل پاڻ پَسي، وَيا هوت ڪسي ڏيئي جام ڪانگا.

2. هاڻي هِڪڙي جَٽي ڳُوليان ڪيچ ڏَٽي، لَٽيان وار وِجهي تَن پيرن پَٽي،
اَدا ڏي تون خبر مون کي جبل ڏونگر، وڃُو سانگ سفر دل کي دام ڪانگا.

3. ڏونگر ڏي ڪا ڪَل لنگهيا کهڙي مَهل، مُنهنجو محب ڏنوئي پنهون يار جبل،
جاني جيءَ جُون جڙيون ڪريان روز رڙيون، منهنجي من ۾ مڙهيون آهن آرام ڪانگا.

4. جيڪي هوت ڏِنيون مون تہ محب مَنيون، هاڻي ڪنهن نہ ڇڏيون پنهنجون يار وَنيون،
ڪيان ناز ننگي آهن روز رَنگي، مُنهنجي دِلڙي وَنگي ڪنهِن مامُ ڪانگا.

5. ٿڪيس ڪين ٿَرن گهايل گهوٽ گهُورن، ڪيچي هن تہ ڪميڻي تي شل قرب ڪَرن،
ڇيو سُورن کي منهنجي دلبر هِي، آهن "انور" کي انعام ڪانگا.

# ڪافي 193

ٿلهه: ڪانگا ڪيچ شهر ڏج خبر پَڪِي،
سَسئي سانگ سَفر ۾ آيگاني يَڪي.

1. آيو عشق آريءِ جو آفات ڪٺي، سر ساٿ سورن جو ڪنڌَ ڪاتَ ڪٺي،
ڏک ڏولاوا ڏينهان رات ڪَٺي، جاتي نَظر ڪري پوَن ڏونگر ڏڪي.

2. اِهي بَر جُون بلائُون بيشُمار وَتن، راڙيون روز ڪَرِن ڪي هزار وَتن،
ڪَرڙا ڪارِيهر بيا ڪُنيار وَتن، اگيان دَرد وندي جي بينا دَهلي دَڪي.

3. اِها واٽ ويچاري ڪي وِيران لڳي، ڪارڻ جانب جي جند جانَ لڳي،
عاشق ڪِين مؤن آسان لڳي، انهي سوز ٿَرن جي ڪِين ٿَڪي.

4. اِهو مَست خيال محال ڪري، يا حال ڪري بي حال ڪري،
هَلَ "انور" ڪيچ ڪمال ڪري، آتي هوت هيٺي لاءِ حاذق حَقي.

# ڪافي 194

ٿلهه: ٻانهون ٻانهپ واريون ٻَڌيون، لاٿوان يار پنهنجي سان مون لڌيون.

1. سُورن واريون سُک ڪِيئن گذارن، ڏک ڏيرن جي ڏڏيون.

2. روئيندي روئيندي رات وهامي، نيڻين وَهايم نَديون.

3. وَرَ بِنا مُون کي ورهيم جو گذريا، سال لنگهي ويا صَديون.

4. جَهنگ جَبل مون کي جهاڳڻ آيو، ڏس ڏيوڪو اُديون.

5. ناتو نينهن نڀائڻ آيو، توڻي لوڪ ڏين سَوَ بَديون.

6. "انور" هادي ڪِين ڇڏيندو، ميريُون هُجن توڻي مَديون.

# ڪافي 195

ٿلهه: مون ڪان نہ ٿي ڏار پنهل يار، آ پِرين رُس روهہ ۾.

1. منهنجي ڪارڻ مست ٿي، جوڙيوئي سڀ جنسار.

2. آهي اَلستي اور جو، چڙهيو مست خُمار.

3. لا تقنطو من الرَحمتہ الله، اِهو اُتم اَعتبار.

4. ڏي خوشيون غم ٽار تون، ڏکِي جا ڏاتار.

5. آءُ ڇوان ٿي آ تون، ٻاروچل ٻِيهار.

6. هوت "علي انوار" جي، پُونگي اچ پوتار.

# كافي 196

ٿلهه: پينر هن تہ پنيور مان، جاڙ ڪري ويا جت.

1. بانيڻ جي تہ بروچ سان، پرور پاڙج پت.

2. آڪيلي تہ عجيب ڏي، سالر هلندو ست.

3. پوتيون ڪيد تہ بروچ جي، ريلا ڏيندم رت.

4. هلي ويندِيس هوت ڏي، وٺي ليڙن سندي لت.

5. تڪي ڪي هن ترن ۾، ڏاتر ڏيندم ڏت.

6. آلاپون آرواح جون، سٽج سنڌ سُتت.

7. "انور" عشق آتاريو، اجاري عادت.

# ڪافي 197

ٿلهه: پنهون لاءِ پَٻَڻ تي پَلپَل پُڪاريان،
ڏينهان راتيان ڏک ۾ سانول کي ساريان.

1. ڏوراپا ڏيرن کي، پنهنجي پرين کي،
پُڄان شال تن کي، لاهي لوڪَ مَياران.

2. چڙهيا چوٽ چانگا، لنگهي لال لانگها،
پياتن لئه سانگا، ڪوهن ڪوڪاران.

3. ٽڪي کي ٽرن تي، مِلندم لَڪن تي،
اوڻِيئڙا اچن سي، موڙي مُهاران.

4. "انور" سفر سَير، پُنهل جا ڏِنم پير،
لڳا گس گورن گهير، توڏن تنواران.

## ڪافي 198

ٿلهه: سُتيم سيج پلنگ تي، هيءِ هيءِ رويو رات،
جاڳيس ڪين جيڏيون، ڪَنيون وير ساٿ.

1. هتان هوت نياڻون، مون کي ڪين چيائون،
ڏاڍا ڏک ڏنائون، ڏاڍي هُين ذات.

2. قسمت ڪين ڪمايو، اُندر سُور سمايو،
باري بِرهه آيو، آهي عشق آفات.

3. سارو بار ڇائي، ويندس ڪيچ ڪاهي،
"انور" ڇوي ڇاهي، ڏاتر ڏنم ڏات.

## ڪافي 199

ٿلهه: ڪِيئن رَهان ڪيچين کي، وِساري ويهي.

1. سر سَجڻ تان صدقي، دلبر تان ديهي.

2. پرين ڇڏي پرديس ۾، ڏونگر تيا ڏيهي.

3. هتان هوتَ هلي ويا، پَتر ۾ پيهي.

4. دعويٰ دوست پنهل سان، هي ڪميڻي ڪيهي.

5. "انور" آءٌ تہ انهن جِي، جيهي آهيان تيهي.

# ڪافي 200

ٿلهہ: دوست سُڄج دم دم ۾، دَردن جُون دانهون.

1. ڇَڏ پلنگ هاٿي پِئُ تون، پنهل جي پاهُون.

2. ڪُنتُ ڪَنزاً مَخفيً، ڪيڇين جُون ڪاهُون.

3. تَنگ ڇِڪي ويا تڪڙا، توڏن جا تاهُون.

4. ويون لَتاڙي لَڪ ڪي، ليڙن جون لاهُون.

5. ڇوريءَ ڪي هِن ڇَپرين، ڇڏي ويا ڇاهُون.

6. بودَن ۾ بلوچن تي، پينر اُتم باهُون.

7. هِت وِساري ويا هِن ڪي، رِڃِ وَني راهُون.

8. ٻيئي ٻڌل هن ٻول ۾، ٻانيڻ جون ٻانهون.

9. هينڙو مون حيران ٿيو، جانب وَني ويا جاهُون.

10. هِڪ پُنهل پرديس ويو، ٻِيون وَيون واهُون.

11. آهن پلپل "انور"، عشق وارن جُون آهُون.

## ڪافي 201

ٿلهه: بِنا عشق اوهان جي، روح نڪو رهجي.

1. اِڪاتو جي آتي ويا، اسان ڪان اَج جي.

2. پُنهل لاءِ پَنّن تي، پَنڌ ڪري پُڄجي.

3. بودن ۾ ٻلوچن جي، پر وَٺي پَڄجي.

4. هوتن ڪارڻ حَب ۾، هٿي هٿي ڪَيون هَڄجي.

5. "انور" عوشاقن ڪي، قرب ڏيئي ڪَڄجي.

## ڪافي 202

ٿلهه: هِن مولائي مسڪين کي منهن موڙي نه مُسجي.

1. عاشق يار اوهان لئه، رِيءِ ڪاتي ٿو ڪُسجي.

2. جَن ريءِ سري نه ساهه ٿو، رَتي نه تَن ڪان رُسجي.

3. ويجهو تان نه ويهارئين، ڏوروَن چو نه ڏِسجي.

4. دل لِڪائي پَنهنجي، ٻئي جي نه کَسجي.

5. وَنَحنُ اَقرب ويجهڙو، وِرهه وارن سان وَسجي.

6. "انور" عِشق وارن سان، نينهن رکي نه نَسجي.

# ڪافي 203

ٿلهه: ويسان نال پنهل دي، رل رل ڪي مَين.

1. چوڙ پنپور ڪُون ٿِيسان مَين راهِي،
مُول نہ آئُسان، ول ول ڪي مَين.

2. روز ازل ڪنون يار دي هان مَين،
نہ وَت هوئي هان اَڄ ڪلهہ ڪي مَين.

3. محب دي سِڪ وچ ميلڙا چولا،
مِل ڪي ڌوسان مَل مَل ڪي مَين.

4. "انور" لَڳسان نال جبل دي،
وَڻ وَڻ دي ڳل ڳل ڪي مَين.

# ڪافي 204

ٿلهه: هَل هوت پُنهل ڏي ڪاهُ ڪري، جَتَ يار وَيا ٿِي ڏير ڦَري.

1. وِيئيون ڪيئن سُمهن سُمهندي سُور سدا، توڪان يار ٿيو هِڪ پَل ۾ جُدا،
سَهُ ڦورڙاوا ڪَر سِر تِوئن فِدا، اِهو پنڌ پَٽن جو پَهَ ٿي پري.

2. وَٹ واٹ پُنهل جي وِجهه خاڪ ڪَٽي، اِها پاڪ پرين جي پيرن پَٽي،
سنگتي سور اٿئي ناهين هِڪڙي جَٽي، هِمت هار نہ توٽي روهُ پَري.

3. راڙيون روهُ جبل ۾ ڪرين جاڪون، تِڪو تاب ڏونگر آ ڪيو تاڪُون،
مَن يار سُٹي اِهي آلاپُون، اِنهي وِرهه وَٹي مَن ڪو وارو وري.

4. آيم عشق آريءَ جو آڙاهه اديون، ڏکي برهه سَندي ڪا باهه اَديون،
سِڪي "انور" لاءِ اَرواح اديون، توسان اُها هلندي جنهن جي ڪانہ سَري.

# ڪافي 205

ٿلهه: آءُ پنهل پاڙيون، واعدا وِره وِصال جا.

1. مون ينيورنَ بَس ڪئي، تاڪ هٽي تاڙيون.

2. مون ڪي خانُ بلوچ جون، جيءَ اندر جاڙيُون.

3. هِڪ پَٽر ٿا پَچرن، بيو سُور وَجن ساڙيون.

4. سُٹج مُنهنجا سُپرين، روهن مَنجهه راڙيون.

5. راتيان ڏينهان هن "انور" ڪي، باروچل جُون باڙيون.

# كافي 206

ٹلھ: ھُݨ سھݨے دي لَـھِ وَج سنیال، او مھیوال.

1. ھک تن جالیا تیڈي جدائي، ڈرجھي مریندن پاپل مائي،
مَین رو رو تئي ھان بي حال او مھیوال.

2. سَھُري تي پیکي کیھي ول لیکي، مَین تیکون ڈیکان ہیا کوئي نہ ڈیکي،
شل ھووان مَین تیڈڑي نال او مھیوال.

3. پار دریاھون جھوک ماھي دي، پئي ڳل تیڈي لج بي واھي دي،
میڈي سولاں دا سݨ تون سوال او مھیوال.

4. جنھن تڑ منجھیاں یار دیاں پیوَن، مَین تي ماھي دي اٹ سانگي تیون،
پِجي جڑسي جوڑ جمال او مھیوال.

5. موج دریاھاں سکڑي ستاوي، ساھڑ دي سِھري "انور" پاوي،
وج ٿیوَن مست خیال او مھیوال.

# ڪافي 207

ٿلهه: جيئڻيون مون سان ميهر، ملندم ماهي يار.

1. لڳو عشق الاهي، آيو سِر تي شاهي،
پيالو پيئاريو ماهي، سُرڪ ڏني سردار.

2. ميهر ڏسو تہ نهاري، ويهو وڙ ڪي وساري،
لڳو ڪڏ تہ ڪوڪاري، ڇڏي پنهنجا پوتار.

3. ڪچو گهڙو تہ ڪٽي، ويندي پانهن هٽي،
آهيان هِڪڙي ڇٽي، ساهڙ لهندم سنيار.

4. ڇنو ڏِسي ڪير سعيو، قِسمت منهنجي ۾ آيو،
ائين هو ربَ جو رايو، ڪهڙو ڏوهہ ڪُنيار.

5. ڪانهي گهير گهَٽي، پئي هان منجهہ تہ ٽَپي،
دردن دِلڙي ڦٽي، سوڙلي ڪندم ستار.

6. "انور" آهي اُداسي، ماهي تولڻ پياسي،
بيوس دل وئي ڦاسي، ڏکڙا ڏنا ڏاتار.

# ڪافي 208

ٿلهه: مُنڌان مِلڻ جون يار آيون ٿي،
ٿرن منجهي ڪي ٿاٿا، هلي آ يار راٿا.

1. ڇا هون يار ڇڏي ويئن ڇاتي، ڪاوڙ ڪِيس ڪيو هئي مان تي،
ڪُنڙيس يار مون تنهنجي ناتي، سوين تہ سُور ساماٿا.

2. سِڪڙي اوهان جي يار ستايو، عشق نہ رکندو ڪنهن جو رايو،
برهہ اندر مَچُ مَچايو، الا ٿي عَرش اڏاٿا.

3. "انور" روز ڪري ٿو دانهون، الله ٻُڌي شل منهنجون آهون،
توبِن يار ناهن پيون واهون، مُحب نہ ڪر تون ماٿا.

# ڪافي 209

ٿلهه: منهنجو ملڪ ملير وڃان ٿي، عُمر اباڻن ڏي، وڃان ٿي.

1. تُنهنجا ويس وڳا، پَٽ ڪين پائيان،
لوئي اباڻي لِير، وڃان ٿي.

2. وِڏئي نيل نَوان، ڪنهن ڪي ڪِين ڇَوان،
جيئري لاهہ زنجير، وڃان ٿي.

3. "انور" ڇئي ويندس، هِتي ڪين رهنديس،
ڏاڍي آئر اکير، وڃان ٿي.

# ڪافي 210

ٿلهه: عُمر ادا مارن ڏي، وَڃان شال هاڻي،
سِڪڙي سانگين جي، ڏٺي پاڪ ڄاڻي.

1. ڪَتي ڪيت واري، مون کي آ پياري،
وِڃهان ڪين گهاري، ويندي سَ ڏاڏاڻي.

2. وُٺا مِينهن مارُن، سانگي روز سارن،
ڳاراٽا ٿا ڳارِن، جهونگاريان جهوراڻي.

3. پَٽن تي پکن ۾، ماروئڙا ڪکن ۾،
هجان شال تن ۾، ساٿي سُڃاڻي.

4. "انور" اباڻا، منهنجي ساهه سيباڻا،
تن لاءِ ٿي تاڻا، سُورن ساماڻي.

## ڪافي 211

ٿلهه: مُلڪ مَلير اباڻن جو، ويهي ڪيئن وِساريان.

1. وُٺڙا مينهن ملير تي، ڪوئِل تي ڪوڪاريان،
آءُ وِجان شل اوڏانهين، ڦوڳن ۾ ڦَر چاريان.

2. مُنهنجو ساهُ سَنگهارن ڏي، ماروڙن سان شال مِلان،
قيد پئي هان ڪوٽن ۾، گوندر ۾ ٿي گهاريان.

3. "انور" روز اباڻن لئہ، دِل تي دانهون ڪري،
لوئي جي لڄ مالِڪ ڪي، سانگيئڙا ٿي سارِيان.

## ڪافي 212

ٿلهه: جَن ڪي ڪيت ڪٿي جو خاص خُمر،
وِلهيون ڪين ويهن ادا هتوي عُمر.

1. پار پرين جي پاڙيچُون، ماڳُ مارن جي ماڙيچون،
آهن واڙ وِندر جي واڙيچون، اوڳي اور سَوا منهنجي تن جي اندر.

2. لالڻ لوئي لڪيٽي ڪِين تون لَٽ، پڪون پنهوارن سان پيئنديس پَٽ،
بنا ڪاهڻ وٺنديم ڪين هي ڪٽ، آهن ٿرن بَرن ۾ بَر سَر بندر.

3. ونَحن وات وَصَل جي مان ويجهي وجان، قِلعا ڪوٽ عُمر تنهنجا پيري پجان،
سنڪيا سانگي مُنهنجا ناهِن سَجا، "انور" ياد پيا مون ڪي سانگ سَفر.

# ڪافي 213

ٿله: هَلي وڃ مُلڪ مَلير ڪانگا، ڏي پيغام اباڻن کي.

1. هي بَنديائي بند ۾، روز ڪري دانهون،
اڪڙيون اباڻي پار ڏي، نيٽين وهائن نير ڪانگا.

2. ڪٽي هليو هوم ڪوه تان، قيد نه ڪوٽن منجهه،
پَٽ پنهوارن جي پاڙي، پَردو رڪندم پير ڪانگا.

3. "انور" سڪڙي اباڻن جي، لُون لُون ۾ لوري،
پيو وَرُ واريان ڪين ڪي، ڪيت سان پيئنديس ڪير ڪانگا.

# ڪافي 214

ٿله: مارُو مُنهنجا ڪوهيارا، مانَ اچن پرڏيهي.

1. وُنڙا مينهن مَلير تي، گاهن جا ڪي گلزارا.

2. ڏَڻ ڏَنارن چيڙيا، چَڙن جا ڪي چونگارا.

3. "انور" چئي ڏسان مون سيئي، اباڻن جا اوتارا.

# كافي 215

تھل: هٰذا یا قلندر شہنشاہ مُحمدؐ، اَلقاب اَنَا احمد اَرواح مُحمدؐ۔

1. تصویر دو عالم نے، دیکھا ہے نور حق،
مَن رأنی پاک خالق اللہ مُحمدؐ۔۔۔

2. عرش و عظیم اعلیٰ، ایوانِ احمدی،
نعلین خاک پاء، درگاہ مُحمدؐ۔۔۔

3. مَخلوق خاص ہوگئی، ملک و فلک میں،
شمس ہے خادم تیرا، وہ ماہ مُحمدؐ۔۔۔

4. بحرِ خباب 'انور، جز خاص کُل کی،
شافی بروزِ مَحشر، آگاہ مُحمدؐ۔۔۔

# کافی 216

تھل: احد عبد احمد انوار میں ہوں،
جبرائیل خادم سردار میں ہوں

1- میرا نام عدبالقادر جیلانی،
محبوب منظورمختیار میں ہوں

2- اگر ہو یا کربل میں قاتل کیسا،
مگر سر پہ ہسوار تلوار میں ہوں

3- منصور میخانے مخمور ہویا،
انا الحق اسرار میں ہوں۔

4- ھویا مستگ مجنوں لیلیٰ پہ عاشق،
مگر بات حق کی دیدار میں ہوں

5- عطا عین آدم الستی عظیمی،
اللہ 'انور' پہ اظہار میں ہوں

# کافی 217

تھل: شکر ادائی عشق کی صدبار ہم کہوں،
جلوہ یہ نور حق کا اظہار ہم کہوں

1- با صورت احوال بلامیم کا ہوا،
جو ذات اللہ کی ہوئی سردار ہم کہوں

2- آں باب تراب علی محلات کل بشرا
من گفت مولا کو نبی ہر بار ہم کہوں

3- حسنِ مجتبیٰ یا حسین کربلا
خیرالنساء، کے نازنین زوار کہوں

4- دو نین ہمارے ہوئے ایک دید کے لئے
پانچ گل کو دیکھو ایک ہے دیدار ہم کہوں

5- جو بحر سے آیا ہے آب شاخ میں وہی
قطر نہیں یہ کل ہے اقرار ہم کہوں

6- ہم کون تھے اور یہ نہیں اب کیا کہوں یہ کون
ہو ہمہ میں ہم ہمہ ہوا 'انوار' ہم کہوں

# کافی 218

تھل: ساقی پلایا ہم کو شوق شراب اَبر
ہمدم ہوا ہُو ہم ہوشیار وہ پی کر

1- اَز ناز جام شاہی، مست و مدام عاشق
دارین میں کہوں ہم، شاہ علی قلندر

2- دریائے درد مندوں، پیانہ یار کا
بحرِ بقا باﷲ، شاہ علی قلندر

3- الیاس کیا خضر ہے، در یار کی غلامی
درد و زباں سے کہتے ہیں، شاہ علی قلندر

4- ہرگز نہ ہوگا غم، طالب کو ہے تسکی
جس نے کہا ہے یوں، شاہ علی قلندر

5- وہ کون تھا اے 'انور'، دینے شراب والا
کہہ دوں قسم ہے اﷲ، شاہ علی قلندر

# کافی 219

تھل: ساقی دیا ہے مجھ کو ساغر سنبھال کر کے
ہم نے پیا ہے اس کو خوباں خیال کر کے

1- مے کا مزا ہے ایسا، کوئی دیکھے تو وہ ہے
مسجد میں بیٹھ کر، پینا حلال کر کے

2- مخمور ہو رہا ہوں، پینے سے وہ شراب
اُس نے بنایا ہم کو، کامل کمال کر کے

3- ٹوٹ گئے اس جذب سے، قیامت کے سب خطر
دونوں جہاں میں دیکھو، 'انور' جلال کر کے

# کافی 220

تھل: مسجد کو بنایا ہوں، میخانہ کبھی کبھی

-1 کبھی موسیٰ کبھی عیسیٰ کبھی یونس کبھی یوسف
کبھی مصر کی بازار میں، بریاں کبھی کبھی

-2 کبھی احد کبھی احمد، کبھی عابد کبھی زاھد
ساجد بنا کے آیا، فرقاں کبھی کبھی

-3 کبھی لیلیٰ کبھی مجنوں، کبھی محبت میں پھنسا رہا
کبھی ہوگیا ملال میں، مستاں کبھی کبھی

-4 کبھی رانجھن کبھی جوگی، چاک مہیوال کبھی
کبھی ہیر سیالن پر، حیران کبھی کبھی

-5 کبھی شاہ کبھی گدا، کبھی گدا ہے شفا
کبھی 'انورؔ' سے عطا، احساں کبھی کبھی

# کافی 221

تھل: بیحد خدا نظارا، مجھ کو دکھایا ہے

-1 موسیٰ بن کے جاتا ہوں، کوہ طور کی طرف
جلوہ اٹھا کے نوری، مجھ کو جلایا ہے

-2 فرہاد کو فدا کیا، شیریں کے شوق نے
جھنگل پھرا کے جبل، ٹکر ٹکایا ہے

-3 'انور' عاشق عشق پہ، ملال ہو رہا ہوں
اٹھا کے بے خودی میں، در در رُلایا ہے

# کافی 222

تھل: کردو میری محبت کو بھرپوریا قلندر!
دکھا دو اپنا جلوہ، وہ نور یا قلندر!

1- ہر جگ میں تیری شاہی، میں ہوں تیرا سپاہی
بخشش کرو گدائی، حضور یا قلندر!

2- تیرا ود شاہ جہانِ، موسیٰ بھی اک انسان
اس کا ہوا نشان، کوہ طور یا قلندر!

3- پہاڑوں کیا بَر میں، جھنگل کیا بحر میں
ہر خلق ہو نظر میں، ظہور یا قلندر!

4- سولی پہ جب پکارا، تیرے نام کا اوتارا،
اناالحق کا نعرہ، منصور یا قلندر!

5- صنعان کی سواری، کاگل کے دَر بہاری
عطار کی نظاری، منظور یا قلندر!

6- طالب کو کیا خبر ہے، اک دید ایک نظر ہے
ساقی کا منتظر ہے، مخمور یا قلندر!

7- بھر بھر کے دے دو جام بھی، تیرا پکاروں نام بھی
ملکوں کو ہے انعام بھی، معموریا قلندر!

8- سجدہ ہے تیرے در کو، کعبہ میں بے خبر کو
عُقمیٰ کی سب نظر کو، کر دور یا قلندر!

# کافی 223

تھل: مسجد میں آیا ساقی، میخانہ بن گیا
صراحی بن گئی ہے، پیمانہ بن گیا

1- جس چاہ کو سارے عالم نے سجود کیا تھا
وہ جاء شراب عشق کا آشیانہ بن گیا

2- بھر بھر کے سا ساغر مئے نوش پلایا
ہر بحر میں ہوشیار وہ مستانہ بن گیا

3- ایوان عشق کے جو آیا ہے سیر میں
سردار عاشقوں کا آستانہ بن گیا

4- ہوگیا ہے تعجب ملائکوں کو اے 'انورؔ'
اللہ کا عاشق الانسان بن گیا

# کافی 224

تھل: تمہارے عشق میں دہر، مَیں ہوں دیوان تیرے در

1- نہیں خواہش جنت کی، نہیں کعبے دِ کارے کی
ہوا تھا آب کوثر کا، گنگا اشنان تیرے در

2- تم ہی لیلیٰ مَیں مجنوں تھا، محبت میں پھنسا رہا،
کٹا کے سر ہمارا بھی، بنا نیشان تیرے در

3- شمس تم ہو قمر تم ہو، شمع کا بھی تجلا تم
بڑی محبت سے آ کر، گرا پروان تیرے در

4- برہ تیرے میں میرا بھی، گیا ہے دین و ایمان
نہیں پرواہ 'انورؔ' کو، میرا ایمان تیرے در

# کافی 225

تھل: اب تو قسمت میری میں، تیرا دیدار نہیں

1- اب ہے خطا میری تیری خطا نہیں
تم کو سینگار بہت مجھ کو سینگار نہیں

2- مَیں ہوں مست ملال دل کا تم کو خیال کیا
تم ہو بیزار مجھ سے ہم بیزار نہیں

3- قیامت میں میرے دل کو تیرا جمال ہے
تم ہو 'انورؔ' صحی مجھے انوار نہیں

# کافی 226

تھل: مخمور میخانے ری، مجذوب مست مَیں ہوں

1- خاکی خمار خاتم، مجہول عالم میں اُمم
باطن میں باخبر ہوں، باخوب مست مَیں ہوں

2- لا ہُو میں ھُو سمانا، یا ہُو میں ہم دیوانہ
خلقوں میں خاص نادانہ، لاہوب مست مَیں ہوں

3- 'انورؔ' مہیسی مستم، مدہوش حال ہمدم
سالم ہمہ اوست ہُو گم، باہُوب مست مَیں ہوں

# کافی 227

تھلُ بہ: مست ساقی کا شراب انا الحق منظور تھا
مَیں کہا منظور کیا مَیں بھی خود منصور تھا

1- شرع کی تحریر کرتے تھے محمد مصطفٰےؐ
انا احمد بلامیمی عبد تھا یا نور تھا

2- اسم اسد اللہ الغالب کیا زرہ شمشیر کیا
جس شوق کا شائق ہوا وہ آپ کا دستور تھا

3- میدان میں سرحسینؓ کا نیزے اوپر پڑھتا کلام
آپ کچھ سنتا نہیں خود خدا مجبور تھا

4- کیا راز مسجد میں پڑا کیا حال میخانے میں ہے
'انورؔ' وہ واحد آپ ہے، وحدت انور دھلور تھا

# کافی 228

تھل: کیا کچھ تم نے کریا رے جوگی، کیا کچھ تم نے کریا

-1 ناتھ ساتھ سے بات نہ ملے، گرو گرنتھ پرگات نہیں
کرلے اپنی آپ کی شیوا، دوجھے کو سر کیا دھریا رے جوگی

-2 دوکھ سوکھ سب انتریامی، کیا ہنگلاج کون تھا سامی
کون ہے کرشن کون ہے برہما، کون اوتار اُتریا رے جوگی

-3 گگن گیان گوہر گُن گوبند، بھجن بھجن ہر ہردے بند
دیکھی وکارا سیس ہمارا، ہر ہر نام ہریا رے جوگی

-4 اَنا ال آکاش اڈِنتا رہتا، کیا کچھ کھنتا کیا کچھ پڑھتا
اُس میں 'انور' کون دیکھے گا، دیکھو اپنا کھریا رے جوگی

# کافی 229

تھل: کون میرا ہے ماتا پتا، ہم کسی کا جایا رے
واحدہٗ ہے نام ہمارا، آپ دے وچ سمایا رے

1- آپ الست آواز الایم، قالو بلیٰ تہ کھایا رے
کنف ہمارا سیر جو ہویا، آدم نام دھرایا رے

2- احدوں عبد سڈاکر مولا، احمد بن کر آیا رے
نال شریعت شوق ہمارا، سر پر بارا چایا رے

3- نانک نام کہو میرا لوگو، بندرا بن بنایا رے
میں ہوں تپشا میں ہوں پوجا، میں ہوں ٹھاکر ٹھایا رے

4- شمق الحق دی کھلڑی کھلا کر، اذنی حرف الایا رے
وچ منصور اناالحق میں ہوں، سولی سر چڑھایا رے

5- انورؔ عین ہو یا اثباتی، مرجی منصب پایا رے
کوئی دیکھے یہ رمز ہماری، جیتے ہی مرجایا رے

# کافی 230

تھل: رام بھر پربھات میرے من، جوگی جوت جگانا رے

-1 تلک لگا کے سادھو بننا، پوتھی پٹ پٹ پڑھنا رے
گنگا جمنا آون جاون، کوڑا ساتھ سمرنا رے

-2 روپ سروپ پوجا تپشا، پاٹھ نہیں پھر جانا رے
مندر مڑھیاں وريد رکھنا، اے بھی کھیل کھلانا رے

-3 کریا کرموں دھریا دھرموں، بھوگ بھجن سب ضائع رے
الکھ جگاؤ سادھو سنیا، ناتھ آگے سر دھرنا رے

-4 رام چپن دے ویلے، 'انور' کرشن بین بجایا رے
سارا ھویا کرشن کرشن، دو جگ بھیا چینا رے

# کافی 231

تھل: من مُظہر ہمہ خلقِ گہ حیوان انساں را
گہ جن و ملک حور و گہ فردوس رضواں را

1- گہ اسرار ہستیم، گہ میخانہ مستیم
گہ من خود پرستیم، گہ ہوشیار دیواں را

2- گہ سر سوز من سازم، گہ مشتاق از نازم
گہ من رند بارازم، گہ سردار سلطان را

3- گہ من غنچہ، دارم، گہ گل باغ باخارم
گہ بلبل چمن ارم، سرِ بازار بوستاں را

4- گہ اسم اعرابیم، گہ من گوھر آبیم
گہ قدح شرابیم، گہ مدھوش مستاں را

5- گہ سلطان سکندر من، گہ شہباز قلندر من
گہؔ من نور 'انور' من، گہ درگاہ سبحاں را

## (بيت)

لاالا ها نام ميڏا، پڇي الاالله سڏايم.
لوڪ اڪيندي پاڪ رسول ڳل عشق دي سهري پايم.
خلق الآدم علىٰ صورت، هردي وچ سمايم.
عاشق نام سڏاڪي "انور" سي تقديران چايم.

لاالا نفي دي وچون، ڪيتي الاالله اثباتي،
محمد نام سڏاڪي آيا، صاحب وچ صفاتي،
الانسان سري وآنا سره، لڳڙس عشق آفاتي،
"انور" ذات ظهورا ڪيتا، جڏان وڙيا آن ڪي چاتي.

لاالا ڪنون اِت آيم، ڪيتم الاالله مڪان،
محمد نام سڏاڪي بيٺم، ڪيا الله ڪيا انسان،
ونفخت فيه من الروحي، آيا خود فرمان،
"انور" اڪن عبد نبي هي ول خاطر توڻ مهمان.

ڪل ڪلمي دي تڏان پيوسي، جڏان ڪلمي دل نون ڦڙيا هو.
ڪول دروازا حقيقت والا، وچ اندر ڏي وڙيا هو.
العشق نارا يحرڪ ماسوا الله، غير گمانون سڙيا هو.
مثين ڪلمي نون ڪيوين پڙهان، "علي انور" جو ڪلمي سانون پڙهيا هو.

چراغِ ڪعبه حق دل ۾، علي المرتضي هوگا،
ساقي به حوض ڪوثر، برادر مصطفي هوگا.
نگاهِ ديد چشم تر، حسن المجتبي هوگا.
شافيء امت "انور" شهيد ڪربلا هوگا.

آخر ڏينهن قيام دَي يارو، مئين عاشق بَن کر کڙسان.
پيان واٽان سي چوڙ کراهين، مئين پلصراط تي چڙهسان.
هر کو وڙسي وچ بهشتان، مئين دوزخ دي وچ وڙسان.
دوزخ ميڏا کيا کريسي "علي انور"، اٽان عشق دا کلم پڙهسان.

ڪعبو آئي ڪيچ ۾، ووڙي ڏِس وٺان.
وَنَحنُ اقرب ويجهڙو، تُنهنجو ئي توسان.
پنهنجو آئي پاڻ، "انور" جِئي اندر ۾.

جيڏانهن نِيتي نينهن، آءُ ٻه آيو اوڏاهين.
العشق اماماً، آهي منهنجو شينهن.
راتيان ۽ ڏينهن، سجدو سپرين کي.

دوزخ جي دڙي تي، ڏنم بانگ بيهي.
حرف پڙهيم حق جو، وحدت منجهه ويهي.
"انور" کيو صحي، سودو صفائي جو.

مرشد سانون ايوين فرمايا، تون چوڙين دين ايمان ميان.
بَهِ کي دوئاري پوچ بُتان نون، کوڙ کفر دا نيشان ميان.
مسيتان حاصل کجهه نہ تيسئي، توٽي پڙهين کلمہ قرآن ميان.
"علي انور" ربَ تڏان مِل سي، جڏان وسارين ڏونهين جهان ميان.

نڪي گرو نڪي گوبند، نڪي ويد پران،
نڪي مڙهي نڪي مندر، نڪي مُلڪ مڪان،
نفي ۽ اثبات جو، اوري آه نيشان،
"انور" سر سلطان، ناهه ۾ نهال ٿيو.

جاتي نظر ناهه ۾، اتي اوتارو آڌ،
نظر نظاري گڏ، تہ "انور" نالو نانهن ٿئي.

"انور" نالو ناهه ٿئي، اوطاقون آڏي،
گوندر دل گڏي، تہ "انور" نالو ناهہ ٿئي.

آديسي "انور" چئي، هئا اصلي اڳجاڻ،
هو لِيا لاهوت ۾، لاهوتي لامڪان،
اهي ڄاڻن ڄاڻ، "انور" انهي ڳالهہ مان.

ڪوڙ سڄاڻن ڪاپڙي، سي ئي ڄاڻن سچ،
مَن عرف نفسهٗ فقد عرف ربهٗ، ڳولين تہ ٿئين ڳچ،
العشق نارًا، عاشق بارج مچ،
محبت جي ميدان ۾، نانگا بيهي نچ،
اٿئي حال تو حياتي، ٻي سڀ آ لالچ،
قرب ڪمائڻ قادري، ٻي قربائتي ڪچ،
انهي افعالين اچ، تہ مند مرندين ڪين ڪي.

سِڪ جنين جي ساهہ ڪي، ٿا سهجون سر ڏين،
العشق نارا، ٿا جوڳيئڙا جلن،
محبت مِني اِنڪ. سانگو ڪين رکن،
خر موسيٰ صعقا. رهبر رنگ رچن،
آهي "انور" سر آهن، اهدنا الصراط المستقيم.

جوڳين جايون جوڙيون، ثابت ڪري سينگار،
اهدنا الصراط المستقيم، ڪيو آڏوتين اعتبار،
قتل لاءِ ڪويا، ڪڏي ڏين ڪاپار،
"انور" سر اظهار، انّاالحق اثبات ٿيو.

جان جان مست خيال جي ٿيئڙو تان تان حال حلاج،
انّا الحق علاج، سولي جي سامان جو.

جان جان مست خيال جي ٿيئڙو، تان تان حال حضور،
انّاالحق منظور، سولي جي سر انجام جو.

ستگر سُرت سلم، صحي ڪيو سروپ ۾،
منجهوئن گُر گيان جي، الڪ ٿيو اسم،
اوڏي ڳالهہ اگم، "انور" منجهہ اظهار ٿي.

سامي ستگُر جو، گوهر آهي گيان،
جيڪي جو جوڳي ٿئي، منجهان جوڳ جوان،
الڪ تن احسان، اندر ۾ اثبات ٿيو.

سامي ستگر کي، جنهين آ سجاتو،
تنهين آچاتو، بيحد بيگم پور کي.

بيحد بيگم پور ۾، کي جوڳي کندا جوڳ،
کدي منجهان روڳ، مليا ساڌو سيتارام کي.

بيحد بيگم پور ۾، کي جوڳي کندا جڳ،
سامي جهاڳي سڄ، وَسِنۂ کي ويجها ٿيا.

اجا ئي آهين، آديسي "انور" چئي،
بر ۾ بيٺک تن جي، ٿا دونهان دکائين،
کاڏي نه کاهين، هک جاءِ هيکاندا ٿيا.

سکن تيون سيد چئي، ارواح ۽ اکيون،
بيٺيون تن بيراڳين لاءِ، بازر منجهه بُکيون،
لائق لطيفن جي، کنهين کين لکيون،
وحدت جون وکون، "انور" آديسين ڏي.

جيڏي بُک بيراڳين، تيڏي سندن سِک،
نيڻن اڳيان نِک، وهندي بس نه کن.

جيڏي سک سناسين، تيڏي سندن آکير،
نيڻن اڳيان نير، وهندي بس نه کن.

جيڏي سناسين سک، تيڏو سندن سور،
پلنين مٿان پور، وهندي بس نه کن.

جيڏي سناسين سڪ، تيڏو سندن سٽ،
نيڻن اڳيان رت، وهندي بس نه ڪن.

سارو ڏينهن اکين، ڪين ڏٺو هو ڪنهن کي،
پهريائين پرين کي، لکيو منجهه لکن،
أينما تولوا فثم . وجه الله، تحقيق مٿي تن،
اهو نينهن نيڻن، سندو صاحب سڄڻين.

اکين سارو ڏينهن، ڪين ڏٺو هو ڪنهن کي،
پهريائين پرين سان، نيئي لاتائون نينهن،
نڪي آس انهن کي، نڪي لڳن مينهن،
شوق جنين جو شينهن، سي مورئون مڙن ڪين ڪي.

اکيون عوشاقن جون، اڙيون منجهه الله،
ترسي نه ترجيترو، سولي ڪان هي ساهه،
اچن اوجتي تيو، ورهه وارن واهه،
"انور" جو ارواح، دار مٿي دم هڻي.

اکيون اڙيون اکين ۾، ناز ٿيا نسنگ،
شمع جي شعاع تي، پرواز ڪن پتنگ،
ڪي وحدت ۾ وصال ٿيا، ڪن ڪي ورهه وڌو آ ونگ،
ڪي ڊوڙي ونن دلبر جو، ديدن وارو ڊنگ،
"انور"مست ملنگ، هن حسن تي حيران ٿيو.

اکيون اڙيون اکين ۾، ديدان تيون دراز،
اڏارين تيون "انور" چوي، برهه سندا ڪي باز،
وڏائن تيون وصل لاءِ غازين جا غُماز،
أنّا الحق آواز، منجهان تن معلوم ٿيو.

منجهان تن معلوم ٿيو، سندو حقيقت حق،
آگاهون آتي ويا، موتيا جي مَلڪ،
أنّا احمد بلاميمي، فنا ڪيائون فرق،
ويڙهي ويا "انور" چئي، سندو وصال ورق،
مَن رانّي فقد راي الحق، آڏوتين انجام ڪيا.

پنهنجو پاڻ سڃاڻ، ارواح اندر ۾،
ڪين واجهائج ڪاڏهين، سارو سير صدر،
وَالله بِڪُلِ شيءٍ مُحيطُ، هر جاءِ تون حاضر،
تَنهنجي نيڪ نظر، بيائي ڪي ٻوڙي ڇڏيو.

اک پرين جي اک ۾، تون نهڻو رک خيال،
پرين جي پَسڻ خاطر، تون پَڇي تي پئمال
"انور" مست خيال، هوند اکڙين منجهان معلوم ڪيو.

ڇڻا تئين ڇريا، پنهين منجهه ٿئي،
ڪڇي ڪي "انور" چئي، پڇائيندا صحي،
تنهن ڪان پوءِ ويهي، ڪائيندا خوشي سان.

پنهنجو پاڻ سُڃاڻ، ارواح اندر ۾،
ڳولين ڇو ڳوڙن ۾، تند مجازي تاڻ،
سو آهي سيني ۾. تنهنجو ئي توساڻ،
ٻئي پاسي ناهي ٻيو. تون آهين پنهنجو پاڻ،
ڄاڻ وڃائي ڄاڻ، وري لکين ٿو لڙن ۾.

ياڙي آهي، جيڪي ٻوتي کي پائين،
قلب وڃائي ڪميڻا. ٿا ڪسب ڪمائين،
هئڻ ڇڏي حال جو. ٿا خيلا هلائين،
العشق ناراً. ٿا اندا اجهائين،
تنين تي آهين، حيف مڙيوئي حال جا.

صبر ڪريان تہ سور سوين، هلايان تہ هلاڪ،
ترت ڏي طلاق، "انور" انهي عشق کي.

گهر واري گهوٽ گهرايو، مستي ڪئي مهمان،
هن کي سمجهايو سبحان، هو جهلي نہ ڪنهن جي جهليو.

مست خيال ٿيا دم سارا، جسم وجود وصالي،
نال شراب دي شوق شاهانا، قرب ڪمال ڪلالي،
ٿي مخمور رهيس مئيخاني، هردم جوش جلالي،
"انور" ذات ظهورا ڪيتا، خاص خمار خيالي.

مان آهيان مان هوندس منهنجو پسڻ پڇاڻ،
جي پسائيان پاڻ تہ پيغامن پڄا ئي نہ ٿئي.

ناتو نيائين، نانگا سي نات سين،
اڏي ۽ ڪات تي ڪوپا ٿا ڪاهين،
ڪنڌ ڪلالن اڳيان ڪامل ڪپائين،
تن متي سيد چئي سَرواهيون ساهين،
"انور" سر آهين، نيزا نظارن جا.

بندوق جنهن جي هٿ ۾، ماري مٽيا ندار،
مارڻ جو تہ ملوڪ کي، اکين ۾ آثار،
لکين لک هزار، ڪروڙين ڪان ڪڍي وڌا.

وڌا ڪات ڪڍي، ڪپر ڪولاهن جا،
سِريون تن سيد چئي، وحدت ساڻ وڍيون،
محبت جون منڊيون، آيون هٿ ڪلال جي.

آيون هٿ ڪلال جي، سريون سروپاھ،
اڏاٿا "انور" چئي، عرش متي ارواح،
گودڙيا گرنار ۾، بانڪا بي پرواھ،
تنين لاءِ ساھ، سڪي ٿو سيد چئي.

اڄ پڻ اٿر پار ڏي، ڪجلي ۾ ڪڙڪو،
وَسي ٿو "انور" چوي، مارن جو تڙڪو،
ادا عُمر ڪر وڙڪو، تہ ملان ماروئڙن سين.

نڪي دم هيو نہ آدم، نڪي عدم تو اظهار،
تنهن ڪان اڳ اسرار، پَسي ڏنم پنهنجو.

نڪي تون هئين نڪي مان، نڪي هيو پاڻ الله،
اتي آديسي ويا، قربئون ڪري ڪاهه،
تنين جي جاءِ، ڏيو سالڪ سمجهي "انور" چوي.

نڪَي لعنت نڪي رحمت، نڪي فيض فيراق،
نفي ۽ اثبات ڪان، اڳي تيو عوشاق،
خودي ۽ بي خودي آهي، ٻنهي کي طلاق،
اونهي مُلڪ "انور" چوي، آڌي سون اوطاق،
غير رهيو نہ پاڪ وئي بيچوني بَسم تي.

اتي خيال اُڙيو، جتي آدم نا هو ملاءِ،
نڪي چوڏهن طبق هئا، نڪي شمس قمر جو شعاع،
نڪي ڪعبو نڪي قبلو، نڪي هيو پاڻ الله،
"انور" ساڻ ادا، هت ڪير ڪري تو ڳالهڙيون.

نڪي ڪيچ مڪران هو، نڪي پنهل چام،
سسئي سلام، ڪري هاڻي ڪنهن جو.

اتي اسر ويل کي ڪئي طوطل هي تنوار،
سوال ڪيائين ساهڙ کي، جيڪي پرحا هيس پار،
لتس سپ خمار، اوجاڳي ۾ "انور" چوي.

صبر جن جو صاب، تن کي سِير سٽيندي ڪين ڪي،
توڻي ڪُنن ٻوڙيون، تن تي ڪونهي ڏوهہ ثواب،
ڏيئي حق حساب، آجون ٿيون "انور" چوي.

منهنجي من ۾ آهن، مڙيئي مدايون،
ڪڏهن ڪيون ڪين ڪي، جانب جدايون،
سُٺي آيو صاحب هي، منهنجون صدائون،
نگينني نقش جون، آهن نانگن ندائون،
وصالان وايون، عجيبان "انور" چوي.

نڪي ڪُن فيڪون هو، نڪي جوڙ نہ جَڪ،
نڪي مورت مخفي، نڪي مام مَلڪ،
نڪي خالق خلق جو، نڪي خاص خلق،
"انور" هئي ٻَڪ، منهنجي ماروئڙن سين.

ڏونگر ٻچي مون، مون ٻُچان ڏونگر ڏس،
ٻرين تڏاهون ٻَس، جڏهن ڏونگر ڏورئين.

نڪي ڪُن فيڪون هو، نڪي جوڙ نہ جان،
نڪي اسم الله جو، نڪي نينهن نيشان،
مارو ڪين مڪان، مون صحي سڃاتا سپرين.

اڄ اڃي ملاحن، مون ڪي سڏ ڪيو،
موٽي ملڪ هلڻ جو، تو ڪو بار ڪنيو،
مون ٻئي هينئن ڇيو، هوت ٻنا ڪيئن هلان.

اڄ اڃي ملاحن، مون کي کيو سڏ،
اسان ت بار وڌوسن، تون ب هلج گڏ.
لعلڻ بنا لڌ، کوها آءُ کيئن کٽان.

اڄ اڃي ملاحن، مون کي کيو حال،
کوها سپ کڄي ويا، تو کو وڌو مال،
جانب ريءَ جنجال، هيلڻ ٿيو هيٺي جو.

اڄ ويا پَري، بيڙيون سپ ملاح،
سکن ٿيون سيد چوي، اکيون ۽ ارواح،
آٿيندم الله، منهنجي محبوبن کي.

صبح ٿيو سوير، آيو هوت هَلي،
مهاڻِي کي موج ٿي، پينر ٿيم پَلي،
مياڻي منجھ ملهي، جدا ٿيندم کان کا.

وجان هوت پنهل ڏي، توڙي ڏونگر هجي ڏک،
سک ت يار پنهل جي، مون کي کانهي هينئڙي ٻک،
ڏينهن تتو جُهڙ پانئيان، نکي لڳي لک،
شال الله ڏيندم سک، ملنديس کيچ ڌڻي کي.

ملنديس کيچ ڌڻي کي، توڙي لَکن تي هجن لانگها.
درد وارن کي سورن جا، ٿا اڻين پون سانگا،
"انور" اهي چانگا، وجي ڏسان هوت پنهل جا.

جي تون ڏونگر ڏئين ڏس، پرين سندي پار جو،
ٿورو ٿَڪي تي، وڏو قرب ڪرين،
مون ۾ ڏيان ڏرين، تہ هيٺي سان حمايت ٿئي.

ڏونگر ڏئين ڏس، پرين سندي پار جو،
توکي ڏيان جس، مون ڏينهن قيام جي.

ڏونگر سندو مون، جڏهن ڏس پيو،
هلڻ سندو سيهو، پرين ڏنم پنهنجو.

اصل بر سُجهي، مون کي ور بنا پنيور ۾،
هتان هوت هلي ويا، وجي ٿاڻا ڪيائون ٿر،
لک بہ لعل لنگهي ويا، ڏکيا جي ڏونگر،
"انور" انهي پر، توکي هلڻو پوندو هوت ڏي.

تہ ڏونگر ٿاڻا، جِتي اوطاقون آئن جون،
جَت بہ جوءِ ڇڏي ويا، وجي پِنن ڪيائون پاڻا،
منهنجا تنهن محبوب لاءِ، اڄ روئن نيڻ نماڻا،
هاڻي ڪيئن سڃاڻا، پيرا هوت پنهل جا.

نکي پير پنهل جا، نکي توڏن جي تنوار،
لکين لوءِ لڏي ويا، هاڙهي منجھ هزار،
الله ڏيکاريندو اکين سين، پنهل جو ديدار،
قادر ربَ ستّار، سولي ڪندم سيکهہ ۾.

ڪتو پرين پار جو، الله مون ڏي آئ،
ڪائي ماس مُٺي جو، سارو هي جند جان،
"انور" چئي مانَ، هڏا نِيئي هوت ڏي.

اٺن ۽ اوٺيئڙن جا، مون ڪي اندر ۾ آدمات،
اڪين آب وهايو، مُٺيون ڳن نہ مات،
ڳوڙهن به اچي ڪيا، منهنجي ڳلن مٿي ڳات،
هاٿي ڪيئن سجاڻان وات، مان وڃان هوت پنهل ڏي.

مَن شرابِ مَئي قدح، درگذارش روز شب،
دست ساقي يا علي المرتضيٰ شاهِ عرب،
مدهوشم وَ هوشيار م، از قلندري مشرب،
"انور" اظهار احمد، نُورالله النسب.

يار ڏتا سانون پيالا، عشق شراب دا پرڪي،
موتو قَبلل انت موتو، جيوڻ هويا مرڪي،
نال حيات هميش همدم، قرب هادي هر هر ڪي،
شڪر تيا سانون مليا "انور" ساغر هٿ حيدر ڪي.

وچ مئخاني مست تيوسي، مئين اَنَاالحق بوليسان،
ڏونهان جهانان دا بارا، سارا سر تي چيسان،
احد احمد فرق نہ ڪوئي، مير ڪون ڪڏ چڙيسان،
اَلَستُ بَربِّڪُم بانگان مليان، قالو ڪوڪ سٹيسان،
انهان ڳالهيان وچ مست رهيو سي "علي انور". مئين آپ ڪون الله سڏيسان.

مانجهي پي مستان ٿيا، ثابت سُرڪ سچي،
ڪندا ڪين "انور" ڇنئي، ڪوهن منجهه ڪچي،
پختا ٿيا پچي، پيئڻ سان پئمان جي.

مانجهي پي مستان ٿيا، آهي خمر خيالي،
ماڻن تنهن ملڪ کي، مالڪ اصل موالي،
ڪوهن مستي ڪدي ويا، قربوئن ڪمالي،
"انور" جلالي، جلوي منجهه جمال ٿيو.

وحدت شوق شراب جو پيتم موج چڙهي آمستي پوءِ شائق تون شبير ته مان هان.
قل هوالله احدالله آهي پير پرستي، پوءِ قادر تون قدير ته مان هان.
هر جاءِ ذات ظهورو پاتو لکيو نور الستي پوءِ محو تون مدير ته مان هان.
"انور" حال حقيقت هڪ آ واحد ساري وستي، پوءِ طاهر تون تطهير ته مان هان.

خدا رُسي پَل رُسي، شل يار منهنجو نه رُسي،
خدا رسي ته قتل ڪري، جي يار رَسي ته دل ڪسي،
دل جا درد رڳ رڳ جاري، عاشق پيو پل پل ڪُسي،
خدا ڪون ڪيا ڪريسان "علي انور"، جو يار اندر وچ وَسي.

ايڪريهن جو عشق آهي، سورهن کي سلام،
محبوب سان الستي، ڪيم قول ڪلام،
خلق الآدم علي صورت، دلبر وڏم دام،
"انور" کي انعام، آهي سڪ سپرين جي.

سـڪ سـپـريـن جـي ڪـي، اڳـي مـون ڇـاتـوم،
اَلَـسـتُ بِـرَبِـڪُـم، پـوءِ ڪـن پـيـوم،
قـالـو بـلـيٰ قـلـب سـيـن، سـهـجـون سـاڻ چـيـوم،
اصـل عـشـق هـيـوم، "انـور" آري ڄـام جـو.

هـڪ سـسـئـي ٻـي سـڪ، ٿـيـون سـنـدن سـور،
ٿـنـهـي سـانـگـي سـڄ ۾، پـلـٿـيـس مـٿـان پـور،
پـنـجـنـتـنـن جـي پـاهـون پـيـا، گـهـايـس مـنـجـهـان گـهـور،
وڃـڻ تـن ضـرور، "انـور" عـجـيـبـن ڏي.

وَنَـحـنُ اقـرب هَـرنـون اکـي، در هـيـر دَي آن ڪي چاڪ ڪڙا،
لوڪ اکيندي چاڪ منجهين دا، اهو چاڪ نهين حق پاڪ ڪڙا،
سَتّ افلاکان خلق دَي وچ، اِهين خلق دي خاطر خاڪ ڪڙا،
"انـور" نـال مـحـبـت دَي آ، مـاهـي ٻـَن مـشـتـاق ڪـڙا.

نـون الـف دا اولا ڪـرڪـي، آيـا دلـبـر مـاهـي،
تـخـت هـزارا ڇـوڙڪـي آيـا، چـاڪ هـويـا سـر شـاهـي،
يـاد شريـف ڪـيـتـي هـي اپـڻـي، شـيـخـي دي سـرو پـاهـي،
"انـور"ڪـيـتـا سـجـده سِـر نُـون، جـو هَـي اسـرار الاهـي.

نال ماهي تيڏي نينهن لڳا. هڻ يار اسان کون نہ چوڙ ميان.
اڄ سان دليان روز ازل ديان، تون طعني ڏي نہ تُوڙ ميان.
سند کول کي مُکڙا وکاوين. ماهي منهن نہ موڙ ميان.
انور" نال ماهي دي، شل ربّ کريسي جوڙ ميان.

چوڙ تتي نون پرديس دَي وچ. دلبر ساڏا رُس ڳيا.
رو رو ٻيٺي نير وهاوان. چولا ڳل دا پُس ڳيا.
دلبر کيتي دلڙي ماندي. ماهي سانون مُس ڳيا.
ويک کَي تلوار نينان والي، عاشق "انور" کُس ڳيا.

پلنگ پترٽيان پالکيان. مئين ٻابل سپ چوڙيسان.
جهنگل ٻيلا سانون بهشت ويکيوي. مئين نال رانجهن دي هوسان.
بِن رانجهن دي جهنم هويا. مئين درد فراق وچ روسان.
ربّ مليا سانون رانجها نہ مليا "علي انور". مئين ربّ کون کيا کريسان.

جيکر دلبر ايوين آکي، تون کُسڻ ميدان وچ آکڙ.
جتنا آويئي بار برهہ دا. سارا سر تي چاکڙ.
مهڻي طعني لوکان والي. طوق ملامت پاکڙ.
"انور جيوين آکي سهڻا. تون ايوين ايوين لاکڙ.

# ( سي حرفي )

الف: الف ارض اتي افلاكي، او بن خاكي،
كنهن فِكر كيتوئي ڇا فيراقي، او بن خاكي،
اعليٰ عبد سڏاوڻ عوشاقي، او بن خاكي،
ڄاتوئي ماڻ محبت ملاقي، او بن خاكي.

ب: بي بار برھ دا آناوڻ، وچ سماوڻ،
كيوين بشري دا بيك بناوڻ، وچ سماوڻ،
اھو ھوكا ھُل ھُلاوڻ، وچ سماوڻ،
وَنَحنُ اقرب نيڙي الاوڻ، وچ سماوڻ.

ت: تي تكيا تيڏا اوتاري، ھَئين پوڄاري،
ڏتڙوئي نينهن تي نقش نظاري، ھَئين پوڄاري،
لايوئي حُسن نگر وچ بهارِي، ھَئين پوڄاري،
تيڏا حُسن جمال هزارِي، ھَئين پوڄاري.

ث: ثي ثابت سَير سراسر، تون بهادر،
شاهي ڇوڙكي ٿيئڙون گداگر، تون بهادر،
آئين هادي هير دي خاطر، تون بهادر،
كيوين چاكڻ دي در تي چاكر، تون بهادر.

ج: جيم جزڳي دا شان هي شاهي، ٿي سپاهي،
تيئڙون رمز اِهين وچ راهي، ٿي سپاهي،
هَئين رهبر راز الاهي، ٿي سپاهي،
ڏيوَن فلڪ تي ملڪ گواهي، ٿي سپاهي.

ح: حي حال دا محرم هادي، ڪر آبادي،
اها اَجڙي جهوڪ فنادي، ڪر آبادي،
تيڏا نام محمد مهدي، ڪر آبادي،
تيوي ملڪ بہ ملڪ منادي، ڪر آبادي.

خ: خي خلق الآدم صورت، مخفي مورت،
ڪيتوئي رمز ۾ راحت روحت، مخفي مورت،
هوئي ذوق ۾ ذات ظهورت، مخفي مورت،
ڪُلِ شيءٍ صاف سڪونت، مخفي مورت.

د: دال درد دا دود دکا ڪر، مست بنا ڪر،
سائين سانگ دا سفر سماڪر، مست بنا ڪر،
شعلي شوق دا شمع پاڪر، مست بنا ڪر،
لولاڪ لما لَوْن لاڪر، مست بنا ڪر.

ذ: ذي ذات صفات سڏاوي، سِهرا پاوي،
ڪيوين چوڙ هزارا آوي، سِهرا پاوي،
بڻ جوڳي ويس مٽاوي، سِهرا پاوي،
لاالہ دي بِين بجاوي، سِهرا پاوي.

ر: ري راهـ هـدايـت هـر دا. جـوڳـي بـردا،
اهـو خـالـق خـاص خـبـر دا. جوڳي بردا،
وَلَـيـلـةَ الـقـدر دا. جـوڳـي بـردا،
هـمـراهـ حـلـيـم هـجـر دا. جـوڳـي بـردا.

ز: زي ذوق تـي شـوق شـاهـانـا. كـيـوين ٻانـها،
الـعـشـق دا وچ آسـتـانـا. كـيـوين ٻانـها،
احـد هـو كـي عـبـد بـهـانـا. كـيـوين ٻانـها،
أنّـا احـمـد آپ الانـا. كـيـويـن ٻـانـهـا.

س: سين سالك تي مجذوبي، ود تيڏي خوبي،
كڏان طالب كڏان مطلوبي، وه تيڏي خوبي،
كڏا غالب كڏان مغلوبي. وه تيڏي خوبي،
اهو مقصد خـود مـنـصـوبي. وه تيڏي خوبي.

ش: شيـن شـهـنـشـاهـ مـشـتـاقِ، اهـو چـاكِ،
هـر گـهـر دي وچ اوطـاقِ، اهـو چـاكِ،
هوكي نـور سـڏاون خـاكِ. اهـو چـاكِ،
جـوڳـي مـالـك تـي حق پـاكِ، اهو چاكِ.

ص: صواد صابر شـكـر سخاوت، واه عـنـايـت،
اهـا نينهن دي نسل نهايت. واه عـنـايـت،
ڏاڍي قرب دي كثر كرامت، واه عنايت،
سـڻ صـادق صـدر سـلامـت، واه عـنـايـت.

ض: ضــواد ضـــلالـت ڈک ڈورِ، وہ مــنـظـورِ،
جــنـهن دا هادي پـاک حضورِ، وہ منظورِ،
اهـــو اعـــلاً اعـــلـيٰ نـــورِ، وہ مـــنـــظورِ،
هـــڻ دامـن چـوڙ نہ مَـورِ، وہ مـــنــظورِ.

ط: طئي طلب دي تانگھ تياري، وہ تيڈي ياري،
كـيتوئي خلقت تابع ساري، وہ تيڈي ياري،
خـاكي نوري هوندا يا ناري، وہ تيڈي ياري،
ٿـيا بـحـر كـرم دا جاري، وہ تيڈي ياري.

ظ: ظـئي ظاهـر بـاطـن ذاتـي، وہ اوقـاتـي،
كـيويـن وڙيا آنِ كـي چاتـي، وہ اوقاتي،
اهـو صاحب بن كـي صلواتي، وہ اوقاتي،
مـــنـظـور سدا مـلاقـاتـــي، وہ اوقـــاتـي.

ع: عيـن عرش تَـون آكـر سناسي، تـي اداسي،
هـئـين پريـم نـگر دا پـياسي، تـي اداسي،
خـوبـان خـبـر خـيـالي خـاصي، تـي اداسي،
رانـجـهـن ورِہ وصـل دا واسي، تـي اداسي.

غ: غـين غرض غـنيمت غم دا، ماهي دم دا،
اهـيـن اعـلـيٰ اسم عـلـم دا، مـاهي دم دا،
اهـو فـكـر فـيراق فـهـم دا، ماهي دم دا،
ڈاڍي نـاز نـيـاز نـرم دا، مـاهي دم دا.

ف: فی فرمان ماهي دا حق هَي، رانجها پک هَي،
مَن رانَي خاص سبق هَي.رانجها پک هَي،
اهو هجر فراق دلق هَي، رانجها پک هَي،
جنهن داسایہ نہ پوندا طبق هَي.رانجهاپک هَي.

ق: قاف قادر شاه قدیر، وه تصویر،
جنهن کون مَلک آکنَ ساڈا پیر. وه تصویر.
جبرائیل خاص وزیر. وه تصویر،
رهندا هردم دامن گیر. وه تصویر.

ک: کاف کامل جوڳي دا شان. واه انسان.
جنهن دا عرش زمین آستان. واه انسان.
دارین دا مالک جوان. واه انسان،
یاسین دي سهري ڳاني. واه انسان.

ل: لام لائق شاه لقا دا. واه بقا دا.
جهڑا مالک روز جزا دا. واه بقا دا.
هو یا شائق شوق شفا دا. واه بقا دا.
جوڳي نام نبي مصطفیٰ دا. واه بقا دا.

م: میم مالک اهو مظهر هَي. واه بشر هَي.
جنهن کون مولا کریندا امر هَي.واه بشر هَي.
تکڑي تکڑي هوندا قمر هَي. واه بشر هي.
کلمہ ویک ڪي پڑهدا پٹر هَي. واه بشر هَي.

ن: نون ناز نفي نازل هَي. واه اصل هَي.
وچ جسم دي ساکن کُل هَي. واه اصل هَي.
کبوين بقا فنا وچ وصل هَي. واه اصل هَي.
واه واه مِٺي تيڏا ملهه هَي. واه اصل هَي.

و: وا واحد وچ وجود. وه موجود.
آيا کامل کرکي عَود. وه موجود.
جنهن کون مَلڪ کريندي سجُود. وه موجود.
اهو مالڪ خود معبُود. وه موجود.

ه: هي همدم حاضر همان وچ. واه دمان وچ.
غازي غمزي باز غمان وچ. واه دمان وچ.
قادر قرب قديمي کمان وچ. واه دمان وچ.
شعلي شوق دي شير شمعان وچ. واه دمان وچ.

لا: لام لاريب فيه لاثاني. وه دل جاني.
پرين پوش کيتوئي انساني. وه دل جاني.
تيڏا راز رموز رِنداني. وه دل جاني.
ماهي سارا سير سبحاني. وه دل جاني.

ء: الف آء پرين دل شکر هَي. وه سرور هَي.
تيڏا وارث وسيع حيدر هَي. وه سرور هَي.
حَسنين پي گوشہ جگر هَي. وه سرور هَي.
تطهير دي چادر گهر هَي. وه سرور هَي.

ي:
يـي ياد هَي در چـوڻـي سن دا، وه پنجتن دا،
مئين هون خادم سگ اهين دن دا، وه پنجتن دا،
نہ چـوڙيـن هـٿ دامـن دا، وه پـنـجـتـن دا،
مـسكين هَي "انور" با امـن دا، وه پنجتن دا.



زير تعمير روضو مبارڪ
صوفي فقير سيد انور علي شاھ القادري سروري